# هٿيار بند انقلابي جدوجهد

نڪروما / سارنگ



ڇپائيندڙ

منصور قادر جوڻيجو

# هٿيار بند انقلابي جدوجهد

## نڪروما/ سارنگ

چپائيندڙ

**منصور قادر جوڻيجو**




**شهيد فهد عزيز اڪيڊمي سنڌ**

حيدرآباد/ خانپور جوڻيجا ضلع دادو

2013ع

# ارپنا

انقلابي جدوجهد جو هٿ ڪتاب
آفريڪي انقلاب جي هٿيار بند جدوجهد جو رهبر
آفريڪي گوريلي جي نالي.
نڪروما

# ليکڪ جو نوٽ:

هي ڪتاب ڪانڪئري CONAKRY ۾ مون لکيو هو. اڳوڻا نوٽس جيڪي مون گوريلا جنگ جي هٿ بوڪ لاءِ ورتا هئا، سي جڏهن مان 21 فيبروري 1966ع تي هنوئي ڏانهن وياسين ته گهانا ۾ رهجي ويا، اهو سڄو اسڪرپٽ فوج ۽ پوليس غدارن طرفان سامراج، جديد بينڪيتدارن ۽ جاسوسي تنظيمن کي ڏنو ويو هو.

هي هٿ بوڪ HAND BOOK مڪمل طرح هڪ نئون جذبو جاڳائي ٿو مان اميد ٿو ڪريان ته هي ڪتاب آفريڪي انقلابي هٿياربند جدوجهد ۽ آل آفريڪن يونين گورنمينٽ ماڻڻ ۾ ممڪن مدد ڪندو. آفريڪا ۾ ڪارن جي طاقتور تحريڪ ۽ ڪيريبين سائوٿ آمريڪا ۾ آفريڪي عوام جي جدوجهد، آفريڪي سياسي فوجي انقلابي جدوجهد جي گهر ڪن ٿيون. اسان جي فتح سندن ۽ سيني انقلابين، پيڙهيل، استحصال ٿيندڙ عوام جيڪو سرمائيدارن، سامراج، جديد بينڪيت دوران ۾ رد عمل ۾ ايندڙ انقلاب کي للڪاريو بينو آهي. انهن جي فتح هوندي.

**ڪانڪئري گينيا**

30 جولاءِ 1968ع

# ضابطي لاءِ اصول:

01. پنهنجن سينيئرن جي حڪم مڃو.
02. ماڻهن جي سئي ۾ ڌاڳو به نه کڻو.
03. قبضو ڪيل هر شيءِ قيادت جي حوالي ڪريو.
04. ڳالهه ٻولهه شائستہ طريقي سان ڪريو.
05. جيڪا شيءِ توهان خريد ڪيو انهيءَ جو مناسب اگهه ڏيو.
06. جيڪا شيءِ توهان اڌاري ورتو ٿا اها واپس ڏيو.
07. جنهن شيءِ کي توهان نقصان پهچايو انهيءَ جو معاوضو ڏيو.
08. ماڻهن تي گند نه اڇلايو يا ڪنهن لاءِ قسم نه کڻو.
09. فصلن کي نقصان نه رسايو.
10. عورتن سان آوارگي نه ڪيو.
11. پڪڙيلن سان بدسلوڪي نه ڪيو.
12. پنهنجون اکيون ۽ ڪن کليل رکو.
13. پنهنجي اندر دشمن کي سڃاڻو.
14. پارٽين جي رهبري ۾ سنڀال ڪريو.
15. عوام جا خادم ٿيو.

# مهاڳ

مجموعي طور تي زندگيءَ جي مختلف ميدانن ۾ انسان ذات جي ٿيل ۽ ٿيندڙ تاريخي تجربن جو ورثو، آخري نتيجي ۾ پوري انسان ذات جو گڏيل ورثو ئي آهي. علم ادب، سياست، سائنس ۽ ٽيڪنالاجي جي ميدان ۾ ٿيل انساني تجربن جي حاصلات کي هاڻي مخصوص سرحدن اندر بند رکي نٿو سگهجي.

دنيا جي هن تيز رفتار ترقيءَ ۾ دنيا اڳ جي ڀيٽ ۾ هزارين ڀيرا وڌيڪ ويجهي ٿي ويئي آهي ۽ ڏينهون ڏينهن اهو عمل اڃا بہ تيز ٿيندو پيو وڃي. اهڙيءَ ريت، جيئن هڪ ملڪ ۾ ٿيل سائنسي تجربي جو اثر ڪيئن بہ ڪري ٻئي ملڪ تائين پهچي وڃي ٿو. تيئن ئي مظلوم قومن، مظلوم طبقن ۽ انسانن جي سامراج دشمن جدوجهد جي تاريخي آواز ۽ عمل جو اثر بہ ڪيئي هزارين رڪاوٽون، مشڪلاتون ۽ سرحدون پار ڪري سڄي دنيا جي مظلومن تائين پهچي رهيو آهي. سڄي دنيا جا مظلوم انسان هڪ ٻئي جي، تاريخي جدوجهد جي تجربن ۽ نتيجن جي روشنيءَ ۾ پنهنجي پنهنجي تقدير کي، پنهنجي پنهنجي ملڪ ۽ خطي ۾ پنهنجن مخصوص تاريخي حالتن ۽ تاريخ جي آزمايل ۽ مڃيل تدبير (انقلابي سائنسي نظريي) سان تخليقي انداز ۾ بدلائڻ جي جدوجهد ۾ اڳتي وڌي رهيا آهن.

انهيءَ سڄي ساري عالمي انقلابي عمل جي تاريخي تسلسل ۾ قومي آزاديءَ جي تحريڪن جي حيثيت بہ مڃيل ۽ تسليم ٿيل آهي. خاص طور تي ٻي عالمگير لڙائي کانپوءِ قومي آزاديءَ جي تحريڪن جي تاريخي ڌارا، سامراجي ٻيڙڪي سرشتي (نو آبادياتي نظام) کي تاريخي شڪستون ڏيڻ شروع ڪيون. ايشيا، آفريڪا ۽ لاطيني آمريڪا جي مظلوم عوام جي انقلابي جدوجهد جي اپار، چين، ڪيوبا، اتر ويٽنام ۽ اتر ڪوريا ۾ عوام جي فتح، مصر، گهانا، جينيا، مالي ۽ الجيريا ۾ عوام جي انقلاب پيشقدمي واري تاريخي دور ۾ سامراج پاڻ کي گهيريل ۽ قاتل ڏٺو.

آفريڪي ڪنڊ ۾ گهانا پهريون آفريڪي ملڪ هو جنهن آزادي حاصل ڪئي. نڪروما جي اڳواڻي ۾ آزاد ٿيل گهانا، آفريڪا جي ٻين قومي آزادي جي تحريڪن جو مرڪز بنجڻ لڳو انگولا، موزمبيق گني ۽ بسائو جي تحريڪن جي اڳواڻن بہ گهانا جي مرڪز تي لڳ لاڳاپا وڌائيندي آزادي جي جدوجهد کي تيز ڪيو. سڄي آفريڪا ۾ آفريڪي قومپرستي آزاديءَ جو آواز بنجي ويئي. نڪروما آفريڪي قومپرستيءَ جي آزادي پسند، بينڪيت دشمن جهنڊي هيٺ آفريڪا کي متحد ڪرڻ شروع ڪيو.

نڪروما کي آزادي پسند سامراج دشمن آفريڪي قومپرستيءَ کان سوشلزم جي راهہ تي ويندو ڏسي سامراجي قوتون اجا بہ خوفزده ٿي ويون ۽ نوان گهات گهڙڻ لڳيون. تہ جيئن "نڪروما جي آفريڪي قومپرستي جي رستي سوشلسٽ واٽ ڏانهن پيش قدمي کي روڪي سگهجي." چيو وڃي ٿو تہ آمريڪي ڪارن جي قومپرستي (جنهن کان شروعات ۾ نڪروما متاثر هو) واري تحريڪ ۾ C.I.A جا ايجنٽ بہ شامل هئا.

جن آخر ۾ نڪروما تي زور آندو تہ گهانا ۾ آفريڪي ڪارن کي سرمايہ ڪاري ڪرڻ ڏني وڃي، جنهن کان نڪروما صاف انڪار ڪيو. بهرحال نڪروما کان نهرو تائين سامراج دشمن سهڪار ۽ دوستي سامراجي قوتن کي اجا بہ وڌيڪ ڪتڪڻ لڳي ۽ ڏينهون ڏينهن آفريڪا جي هن وطن پرست ۽ عوام دوست انقلابي اڳواڻ جي خلاف سامراجي سازشون تيز ٿيڻ لڳيون 1962ع ۽ 1964ع ۾ هن تي قاتلانہ حملا ڪيا ويا ۽ 24 فيبروري ۾ جڏهن هو چين جي دوري تي هو تہ پويان سندس تختو اونڌو ڪيو ويو ۽ هو گهانا ۾ سوشلزم جو واعدو بہ پورو نہ ڪري سگهيو. اهڙي ريت سامراجي قوتن، ايشيا، آفريڪا ۽ لاطيني آمريڪا ۾ مظلوم قومن جي آزاديءَ جي تحريڪن ۽ عوامي انقلابن جي تاريخي جدوجهد جي نتيجي ۾ پنهنجي پراڻي بينڪي سرشتي (نو آبادياتي نظام) جي ڄار کي ٽٽندو ڏسي اڳوات ئي جديد بينڪي سرشتي (جديد نو آبادياتي نظام) جو نئون سامراجي ڄار اڻڻ شروع ڪري ڇڏيو. نو آبادڪار سامراجين جي خلاف هلندڙ قومي آزاديءَ جي تحريڪن ۾ سامراجين پنهنجا ڇاڙتا ۽ ايجنٽ اڳوات ئي پيدا ڪري ورتا. جن مظلوم قومن جي قومي آزاديءَ جي تحريڪن جي تاريخي ڌارا جو رخ موڙي، عالمي انقلابي عمل کان ڌار ڪري بينڪي سرشتي (نو

آبادياتي نظام) کان جديد بينڪي سرشتي (جديد نو آبادياتي نظام) ڏانهن ڪرڻ جون سازشون تيار ڪري ورتيون پر مظلوم قومن جي قومي آزاديءَ جون اهي تحريڪون جن آزاديءَ جي جدوجهد دوران ٺي نعري بازي، شخصيت پرستي، عقيده پرستي، ابهرائي ۽ موقعي پرستي جو رستو ڇڏي حقيقي دشمن ۽ دوستن جو تعين ڪري، انقلابي سائنس جي روشني ۾ آزادي لاءِ صحيح راهہ اختيار ڪري، حقيقي انقلابي پارٽي جي رهنمائيءَ ۾ جدوجهد جو صحيح دڳ ورتو سي جديد بينڪي سرشتي (جديد نو آبادياتي نظام) جي ڄٻڻ ۾ ڦاسڻ کان بچي ويون ۽ پنهنجن آزاد ملڪن ۾ سائنسي سوشلزم جي تعمير ڏانهن تخليقي انداز ۾ وڌڻ لڳيون ۽ قومي آزادي جون اهي تحريڪون جن جدوجهد دوران صحيح نظرياتي ڇنڊ ڇاڻ ڪري حقيقي انقلابي بنيادن تي تنظيم ڪاري ڪرڻ ۽ پنهنجن حقيقي دشمنن خلاف پنهنجن حقيقي دوستن ۽ اتحادين کي گڏ ڪرڻ جي جدوجهد نہ ڪئي سي بينڪي سرشتي (نو آبادياتي نظام) جي جار مان نڪرندي نڪرندي وري جديد بينڪي سرشتي (جديد نو آبادياتي نظام) جي ڄٻڻ ۾ ڦاسي پيون ۽ اڄا تائين جديد بينڪيت (جديد نو آبادياتي نظام) سامراجي ديو نت نون حربن ۽ اٽڪلن سان انهن جو ساهہ گهٽيو ويٺو آهي.

آفريڪا جي قومي آزاديءَ جي تحريڪن وانگر، سنڌ ۽ بلوچستان جي قومي تحريڪن ۽ خصوصن سنڌ، بلوچستان جي قومي آزاديءَ جي تحريڪن لاءِ بہ ڪيترائي مرحلا ۽ مشڪلاتون هڪجهڙا آهن. خاص طور تي سماجي صورتحال جي حوالي سان سنڌ ۽ بلوچستان گهڻو پوئتي پيل آهن. ان ڪري ايشيا، آفريڪا ۽ لاطيني آمريڪا جي قومي آزاديءَ جي تحريڪن جي جدوجهد جي نتيجي ۾ ٿيل تاريخي تجربن جي حاصلات کي پنهنجي پنهنجي مخصوص تاريخي حالتن ۽ سماجي صورتحال ۾ جيترو ڪارائتو بنائي سگهون اوترو بهتر آهي. آفريڪا وانگر سنڌ ۾ قومي آزاديءَ جي تحريڪ کي بہ ڪيترائي سياسي، نظرياتي سوال مرحلا ۽ مشڪلاتون درپيش آهن.

هاڻ جيڪڏهن پاڻ بہ انقلابي تاريخي تجربن جي روشني ۾ پنهنجي وطن جي آزاديءَ جي جدوجهد دوران ٺي پنهنجو پاڻ سنڀالي پنهنجي قومي آزاديءَ جي جدوجهد لاءِ صحيح رخ ۽ رستو اختيار ڪندي پنهنجي تنظيمي

معيار کي بلند ڪريون تہ پڪ ئي پڪ آزادي جي راھہ تي هلندي پنهنجي آزاد وطن کي حاصل ڪري سائنسي سوشلزم جي منزل تي رسنداسين.

ان ڪري عام طور تي سمورين آزادي پسند، ترقي پسند، جمهوريت پسند سامراج دشمن ڌرين کي ۽ خاص ڪري قومي آزاديءَ جي تحريڪ سان وابستہ ڌرين کي هن ڪتاب جي حوالي سان هيٺين ڳالهين تي سنجيدگيءَ سان ڌيان ڏيندي اڳتي وڌڻ گهرجي. ڇاڪاڻ تہ هن ڪتاب جي ليکڪ سڄي ڪتاب ۾ مختلف هنڌن تي انهن جي نڪتن جي نشاندهي ڪندي انهن جي حقيقي چند ڇاڻ تي زور ڀريو آهي.

(1) حقيقي دشمن جي تعين جي بنياد تي حقيقي دوستن ۽ اتحادين جي ڳولا.

(2) بينڪيت ڪان جديد بينڪيت؟ يا بينڪيت ڪان سوشلزم؟؟ (حقيقي يا ڪوڪلي آزادي؟)

(3) حقيقي انقلابي تنظيم يا شخصيت پرستي؟؟

(4) تنظيم ڪاري يا نعري بازي؟

(5) انفرادي، گروهي دهشتگردي يا هٿياربند انقلابي ويڙهہ؟؟

## (1) حقيقي دشمن ۽ دوستن جو تعين ڪرڻ:

اتفاق سان ان ڪتاب جي شروعات ئي هن اهم ۽ بنيادي شرط "دشمن کي سڃاڻو" سان ئي ٿئي ٿي.

ڪامريڊ مائوزيتنگ چوي ٿو تہ:

"اسان جا دشمن ڪير آهن؟ اسان جا دوست ڪير آهن؟؟ انقلاب لاءِ هن سوال جي بنيادي اهميت آهي. اسان لاءِ اهو ضروري آهي تہ اسان پنهنجن حقيقي دشمنن تي حملا ڪرڻ لاءِ پنهنجن حقيقي دوستن سان اتحاد ڪريون."

واقعي بہ هيءَ هڪ مڃيل حقيقت آهي تہ، حقيقي دشمنن ۽ دوستن جو تعين نہ ڪرڻ ۽ ايئن جدوجهد کي (الله جي آسري) تي ھلائڻ ۾ جيڪي تاريخي غلطيون ٿين ٿيون تن جو ازالو الائجي ڪيترين ئي پيڙهين کي ڪرڻو پوي ٿو. ڪڏهن تہ سڄيون ساريون جدوجهدون انهن غلطين جي وهڪرن ۽ طوفانن ۾ تباھہ ۽ برباد ٿي وڃن ٿيون. ان ڪري اسان جي قومي آزاديءَ جي تحريڪ کي پنهنجا حقيقي دشمن ۽ حقيقي دوست طئہ

ڪري اڳتي وڌڻو آهي ٻي صورت ۾ غلامي جي ڌٻڻ مان نڪرڻ ناممڪن آهي.

جلد بازي ۽ فرمائشي ذهنيت سطحي پٽي کي جنم ڏئي ٿي ۽ سطحي پٽو آخرڪار ڏڪي وڃي رجعت پرستيءَ جي اوڙاهه ۾ اچلائي ٿو. جلد بازيءَ ۾ غدارن ۽ محب وطنن ۾ فرق نہ ڪرڻ، احتساب نہ ڪرڻ وارو رستو ور وڪڙ کائي وري بہ ناڪامي ۽ شڪست ڏانهن ئي وڃي ٿو.

هينئر سنڌ جي صورتحال ۾ بہ ڪيترائي سامراجي چاڙتا ۽ قومي غدار قومپرستيءَ جو روپ ڌاري سنڌ ۽ سنڌي ڪندا قومي آزادي جي تحريڪ کي سبوتاز ڪرڻ لاءِ اچي مڙيا آهن.

”مڙيا مچ هزار ياڳا ٿيندي سهٽي“

تنهنڪري پنهنجي ڌرتي کي ڌارئي سامراج ۽ دريش دروهين کان بچائڻ لاءِ جلد بازي، ابهرائي، سطحي پٽي، چساڻپ ۽ فرمائشي ذهنيت واري بيماري مان نڪري سنجيدگي، بردباري ۽ گهرائيءَ واري واٽ وٺي اڳتي وڌڻ سان ئي اسان جي نجات ممڪن ٿي سگهي ٿي.

## (2) بينڪيت (نو آبادي) کان جديد بينڪيت (جديد نو آبادي) يا سوشلزم ؟؟ (حقيقي يا ڪوڪلي آزادي):

قومي آزاديءَ جي جدوجهد دوران ڪيترائي بنيادي سوال بحث هيٺ آڻي انهن جي ڇنڊ ڇاڻ ڪري اڳتي وڌڻو پوندو. مثال طور آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ جدوجهد جو طريقو؟ آزاد ملڪ ۾ ترقي ۽ تعمير جو رستو؟؟ آزاد ملڪ جا عالمي لڳ لاڳاپا؟؟ وغيره.

خاص ڪري قومي آزادي جي تحريڪن ۾ طبقاتي سوال جي نوعيت تي ڪافي ڇنڊ ڇاڻ ٿيندي آهي ۽ قومي تحريڪن ۾ ڪيترائي لاڙا ۽ رجحان بہ پيدا ٿيندا آهن.

مثال طور:

(1) قومي جدوجهد دوران ئي قومي آزادي تي گهٽ ۽ طبقاتي جدوجهد تي وڌيڪ زور ڏئي طبقاتي نعري بازي جو شڪار ٿيڻ.

(2) يا وري قومي جدوجهد دوران قومي آزاديءَ تي وڌيڪ زور ڏئي نعري بازي ڪري طبقاتي جدوجهد جي بنيادي تاريخي سچائي ۽ اهميت کان انڪار ڪندي سياسي نظرياتي موقعي پرستي جو شڪار ٿيڻ.

(3) قومي آزاديءَ جي جدوجهد دوران پنهنجي ڪارڪنن ۽ عوام جي وطن جي مخصوص تاريخي سماجي ۽ سياسي حالتن مطابق تخليقي انداز سان صحيح سائنسي نظرياتي تربيت ۽ تعليم ڪندي انهن ۾ حقيقي دشمنن ۽ دوستن ۾ فرق ڪري سگهڻ جي صلاحيت پيدا ڪرڻ ۽ مستقبل جي تاريخي فرضن يعني آزاد ملڪ جي سوشلسٽ بنيادن تي تعمير ۽ تخليق ڪرڻ وغيره.

ليڪ بہ ساڳي آخري ڳالهہ تي زور ڏيندي چوي ٿو تہ "سوشلزم جي ٿيوري ۽ عمل آفريڪي سماج جي مقامي ۽ ملڪي حالتن مطابق تخليقي انداز ۾ سيکارڻ ۽ ان جي تعليم ڪرڻ سان ئي ملڪي حالتن ۾ انقلاب ۽ تبديليون آڻي سگهجن ٿيون."

سنڌ ۾ قومي آزادي جي تحريڪ کي بہ هن وقت ئي پنهنجي تاريخي سياسي, سماجي حالتن مطابق مٿين ٽنهي لاڙن ۽ رجحانن مان حقيقي لاڙي ۽ رجحان جي چونڊ ڪندي اهو طئہ ڪرڻو آهي تہ "بينڪي سرشتي" (نو آبادياتي نظام) مان آزاديءَ کان پوءِ وري جديد بينڪيتي سرشتي (جديد نو آبادياتي نظام) جي غلامي يا سوشلزم جي تعمير. هاڻي اهو اسان تي ئي ڇڏيل آهي تہ حقيقي قومي آزادي جي وسيع تر معنيٰ ۾ حقيقي آزادي ماڻيون يا اڌوري کوکلي آزادي.

## (3) حقيقي انقلابي تنظيم يا شخصيت پرستي؟؟:

قومي غلاميءَ سبب قومون تمام گهڻو پوئتي پيل هونديون آهن. ان ڪري انهن جي قومي مزاج ۾ سوين سالن کان موجود پير پرستيون, وهم پرستيون, معجزي پرستيون ۽ اهڙيون ڪئي ٻيون ذهني ۽ روحاني بيماريون گهر ڪري ويندديون آهن جن جا اثر انهن جي جدوجهد تي بہ پوندا آهن ۽ انقلابي جدوجهد ۾ بہ ڪئين سياسي نظرياتي پير, مرشد تيار ٿي پوندا آهن ۽ پوءِ سڄي سياست سياسي, نظرياتي قانونن, ضابطن ۽ لوازمات کي لتاڙي چند شخصيتن جي چوڌاري قرندي آهي, نتيجي ۾ شخصيت پرستي جا وڏا وڏا بت ڪٽا تيندا آهن ۽ پوءِ جڏهن اهي مقدس بت ۽ شخص جدوجهد جي تاريخي تقاضاعن کي پورو ڪري نہ سگهندا آهن تہ انهن جا شخصي بت اوچتو ئي ا. چتو ڏڙام ڪري اچي هيٺ ڪرندا آهن ۽ سڄي تاريخ ڏوڙ تي ويندي آهي.

تنهنڪري قومي آزاديءَ جي جدوجهد جو بنياد شخصيت پرستي، عقيده پرستي تي رکڻ بدران تنظيم ڪاريءَ جي حقيقي انقلابي اصولن تي رکندي آزاديءَ لاءِ اهڙي تہ سگهاري ۽ مضبوط تنظيم ڪاري ڪجي جو ڪوبہ سياسي، پير، مرشد، مقدس رهنما يا شخص انهن جي قانونن ۽ ضابطن کي لتاڙي نہ سگهي.

## (4) تنظيم ڪاري يا نعري بازي؟

نعري بازي بہ خطرناڪ رجحان آهي. نعري بازي جي لڙ ۽ گهمسان ۾ بہ ڪئي غداريون ۽ ويساهہ گهاتيون لڪي ۽ لڙهي ويندڻون آهن. نعري بازي بہ مداريءَ جي ڊيڪي وانگر ماڻهن کي وقتي طور ڪنو ڪندي آهي، انهن جو ڌيان ڇڪائيندي آهي ۽ پوءِ مداري جا ساٿاري ”جيب ڪترا“ خلق جي کيسي ڪترڻ ۾ پنهنجي هٿن جي صفائي ڏيکاريندا آهن.

سنڌ جي آزادي پسند بازيگر پنهنجي ”جيب ڪاترو“ ٽولي سان گڏجي نعري بازيءَ جي ڊيڪي کڙڪائي رهيا آهن. تہ جيئن نعري بازي جي گوڙ ۽ گهمسان ۾ خلق جا کيسا ڪتري سگهن. قومي آزاديءَ جي جدوجهد کي نعري بازيءَ جي ڏٻڻ کان بچائڻ لاءِ ضروري آهي تہ غير ضروري ۽ بي وقتائتي نعري بازي کان پاسو ڪندي سياسي سجاڳيءَ جي صحيح واٽ وٺجي.

(5) انفرادي دهشتگردي يا هٿيار بند انقلابي ويڙهہ؟؟

انقلابي جدوجهد دوران ٻين ڪيترن ئي رجحانن ۽ لاڙن سان گڏ، انفرادي ۽ گروهي دهشتگردي جو رجحان بہ جنم وٺندو آهي، جيڪو انقلابي تحريڪن جي تاريخي فطري ارتقا کي روڪي يا بگاڙي ڇڏيندو آهي.

انفرادي دهشتگردي رومانويت پسندي ۽ مايوسيءَ جي رجحانن مان ڦٽي نڪرندي آهي. انقلابي تحريڪون پنهنجن پنهنجن تاريخي حالتن آهر، هٿيار بند انقلابي ويڙهہ جو رستو اختيار ڪنديون آهن ۽ اها ويڙهہ، سياسي نظرياتي قانون جي تابع هوندي آهي ۽ حقيقت ۾ انقلابي ويڙهہ عوام جي اعليٰ انقلابي شعور ۾ مضبوط تنظيم ڪاري مان ئي ڦٽي نڪرندي آهي.

هن ڪتاب جو ليکڪ بہ چوي ٿو تہ ”جدوجهد جڏهن تاريخ جي ضرورت بڻجي وڃي ٿي تہ پوءِ انقلابي جنگ اٽل آهي. ”سنڌ جي سياست ۾

بہ هٿياربند انقلابي ويڙهہ بابت الائجي ڪيترين ئي ابتين سبتين ڳالهين پکڙيل آهن. هڪڙن جو خيال آهي تہ پاڪستان ائٽمي بم ناهي ورتو آهي سو هاڻي آزادي وٺڻ مشڪل آهي وغيره.

ٻيا وري ”ترڳ تي بهشت“ وانگر چوندا تہ

بس هاڻي گوريلا جنگ ڪانسواءِ ڪو رستو ئي نہ بچيو آهي وارو ڪيو هٿيار کڻو گوريلا جنگ ڪريون.“ اصل سهڪندا پيا ڇڻ هينئر ئي ڪنهن محاذ تان وڙهي آيا هجن يا وڃڻو اٿن. مٿين ٻنهي رجحانن مان پهرين رجحان جي پاڙ بزدلي ۽ موقعي پرستيءَ ۾ آهي ۽ پوئين رجحان جي پاڙ سياسي ترڙائپ ۽ ابهرائپ ۾ آهي.

ان ڪري سنڌ جي آزادي جي تحريڪ کي مٿين مايوس ڪن يا ٻناڪي رجحانن مان نڪري حقيقي انقلابي جدوجهد جي واٽ وٺڻي آهي.

هٿياربند انقلابي ويڙهہ جي اهميت تي ڳالهائيندي ليکڪ چوي ٿو تہ.

”رڳو سياسي عمل جي ذريعي حاصل ڪيل آزاديءَ تي وري بہ شاهي ماڻهن جو قبضو رهي ٿو.“

مٿين بنيادي ڳالهين جي حوالي سان هن ڪتاب ۾ ليکڪ اسان کي قومي آزاديءَ جي جدوجهد دوران پيش ايندڙ ڪيترن مرحلن ۽ مشڪلاتن ۽ سامراج طرفان قومي جدوجهد کي ثبوتاز ڪرڻ وارين ڪيترين ئي پيچيدگين کان خبردار ڪندي قومي آزاديءَ جي تحريڪ جي نظرياتي واٽ ۽ عملي ويڙهاند تي هڪ ڀرپور بحث ڪري ٿو.

قومپرستي جي تاريخي اهميت تي زور ڏيندي ليکڪ چوي ٿو تہ ”بينڪيت مخالف ”آزادي پسند“ قومپرستي ئي حقيقي انقلابي رستو آهي.“

وسيع تر مفهوم ۽ معنيٰ ۾ ليکڪ ”قومپرستي“ کي نظريو چوندي بينڪيت (غلامي) خلاف مضبوط هٿيار طور ڪتب آڻڻ جي ڳالهہ ڪري ٿو. پر ان سان گڏ سوشلزم جي واٽ کي بہ چٽو ڪندي هلي ٿو. جيئن هوچي منهہ چيو تہ ”مان ويٽنام جي نلهي قومپرستيءَ کي انقلابي قومپرستيءَ ۾ تبديل ڪرڻ چاهيان ٿو.“ ڪتاب ۾ ليکڪ قومپرستيءَ کي آخري حل بجاءِ هڪ ضروري قدم ۽ ڏاڪي طور بہ سڏي ٿو. بهرحال قومپرستي نظريو هجي يا پاليسي؟؟ (ان سان اختلاف يا اتفاق جو حق محفوظ رکندي) قومي آزادي،

قومي ٻڌي ۽ سجاڳي لاءِ قومپرستيءَ جي آزادي پسند محب وطن سامراج دشمن ڪردار ۽ تاريخي اهميت کان ڪوبہ انڪار نٿو ڪري سگهي.

ليڪ قومي آزادي جي جنگ انقلابي هٿياربند ويڙهہ ۽ فوجي حڪمت عملين تي بہ تفصيل سان بحث ڪندي ان جو تت هيئن پيش ڪري ٿو تہ:

"فوجي حڪمت عملي اندر سياسي مقصد سمايل آهن. سڀ فوجي مسئلا سياسي آهن ۽ سڀ سياسي مسئلا معاشي آهن."

آزاديءَ لاءِ ويڙهہ ڪرڻ، آزاديءَ جي لاءِ سنڀال ڪرڻ ۽ نظرياتي تعليم ۽ تربيت کي هر حالت ۾ لاڳو ڪرڻ، ڪم ڪار جي صحيح ڍنگ ۽ طريقي تي پورو پورو ڌيان ڏيڻ،

هارين جون تنظيمون

ٽريڊ يونين تنظيمون

ترقي پسند شاگردن جون تنظيمون

نوجوانن جون تنظيمون

عورتن جون تنظيمون

سهڪاري سنگتون ۽

فوجي تنظيمون

انهن ۾ ڀرتي ۽ شامل ڪرڻ جي سنجيده شرطن ۽ ضابطن تي ذميوارانہ ۽ پورو پورو ڌيان ڏيڻ ليڪ جا خاص موضوع آهن. هن جي نظر ۾ انقلابي جنگ ۽ انقلابي نظرياتي تربيت پاڻ ۾ لازم ملزوم آهن. انقلابي ويڙهہ جي معيار تي ڳالهائيندي ليڪ چوي ٿو تہ.

"ٽريننگ مان اسان جو مقصد ماڻهن کي ماڻهو مارينڌڙ مشين يا پئسن لاءِ وڙهندڙ بنائڻ قطعي ڪونهي پر اسان جو مقصد ماڻهن کي پختو ترقي پسند، دانشمند ۽ انقلابي بنائڻ آهي ۽ ان کي جيڪي مادي اوزار استعمال ڪرڻا پون ٿا انهن سان روشناس ڪرايون ٿا ۽ اهو لازمي بنيادي شرط آهي تہ هر وڙهندڙ کي اها ڄاڻ هئڻ کپي تہ هو ڇا لاءِ ۽ ڇو وڙهي رهيو آهي؟"

انقلابي جنگ ۾ عورتن جي انقلابي ڪردار ۽ اهميت تي ڳالهائيندي چوي ٿو تہ "عورتون، اسان جي سياسي، نظرياتي ۽ فوجي تنظيم جي لاءِ مکيہ قوت آهن ۽ عورتون سياسي، نظرياتي ۽ جسماني تربيتي ادارن ۾ ساڳي

(مردن) واري حيثيت سان داخل ٿي سگهن ٿيون" هتي ليکڪ سامراج طرفان ٿيندڙ ٻين ڪيترن ئي حملن سان گڏ، هڪ وڏي ۽ خطرناڪ حملي "نفسياتي پروپئگنڊا" جي نشاندهي ڪندي چوي ٿو ته "سامراج پنهنجي پروپئگنڊا جي ذريعي ماڻهن جي دماغ ۾ اها ڳالهه ويهارڻ جي ڪوشش ڪندو آهي ته بيٺڪيت "نو آبادي" يا جديد بيٺڪيت "جديد نو آبادي" ۾ ئي هو ترقي ڪري سگهن ٿا."

يا

"آفريڪي امن پسند ۽ درگذر ڪندڙ ماڻهو."

يا

"فلاڻي قوم مثال طور آفريڪين ۾ انقلابي جنگ جي صلاحيت ڪونهي سامراج ۽ ان جا چاڙتا پنهنجي پروپئگنڊا جي ذريعي آفريڪين کي وحشي ۽ ظالم ڪري پيش ڪندا آهن."

(لڳ ڀڳ مٿين ساڳي پروپئگنڊا سنڌ جي خلاف ٿي رهي آهي)

ان ڪري سامراجي پروپئگنڊا لاءِ جوابي انقلابي پروپئگنڊا تي زور ڀريندي ليکڪ چوي ٿو ته: پروپئگنڊا آزاديءَ جو ذريعو- وضاحت- اطلاع- تعليم ۽ تحرڪ جو اوزار آهي)

پروپئگنڊا جي عملي اثرن تي ڳالهائيندي ليکڪ چوي ٿو ته "جنگ کان پهريائين دشمن جي ذهنن تي حملو ڪيو وڃي، ته جيئن هو وڙهڻ جي جرئت وڃائي ويهن اهڙي طرح فيصلو جنگ شروع ٿيڻ کان اڳ ۾ ٿي وڃي."

آخر ۾ انقلابي جدوجهد ۾ سيني سماجي قوتن کي انهن جي حالتن آهر سرگرم ڪري آزادي جي جنگ ۾ شامل ڪرڻ جي لاءِ ليکڪ چوي ٿو ته.

"اسان جي عظيم جدوجهد ۾ سيني ماڻهن جي لاءِ جڳهه آهي، اسان جا مقصد ساڳيا آهن، ان لاءِ ماڻهن جي قوت کي فيصلا ڪن، انقلابي، لچڪدار ۽ گهڻ طرفي حملو ڪندڙ قوت ۾ تبديل ڪرڻو آهي."

مطلب ته انقلابي جدوجهد جي گهڻ طرفين خصوصيتن، پيچيدگين، ذميوارين ۽ حڪمت عملين تي هي ڪتاب تمام گهڻو ڪارائتو ۽ وري وري پڙهڻ جهڙو آهي. ساٿي سارنگ جي رات ڏينهن جي محنت سان ٿيل هي ترجمو سنڌ جي قومي آزاديءَ جي تحريڪ ۽ انقلابي جدوجهد ۾ تمام وڏي

قيمتي ۽ ڪارائتي باب جو اضافو آهي ۽ سنڌ جي سياسي نظرياتي ڪارڪنن لاءِ هڪ ننڍڙو انقلابي سونهون يا رهبر ڪتاب HAND BOOK آهي.

آخر ۾ نڪروما جي ڪتاب AFRICA MUST UNITE مان سنڌس ئي يادگار لفظ دهرائيندي پڙهڻ لاءِ هي ڪتاب توهان جي حوالي ڪريان ٿو. نڪروما چوي ٿو تہ:

"GO TO THE PEOPLE,
LIVE AMONG THEM,
LEARN FROM THEM
LOVE THEM,
SERVE THEM,
PLAIN WITH THEM,
START WITH WHAT THEY KNOW,
BUILD WITH WHAT THEY HAVE."

ترجمو:
عوام وٽ وڃو
عوام ۾ رهو
عوام کان سکو
انهن سان محبت ڪريو
انهن جي خدمت ڪريو
انهن سان گڏجي رٿابندي ڪريو
اتان ئي شروعات ڪريو جيڪو هو ڄاڻن ٿا ۽
اتان ئي ٺاهيو جيڪو ڪجهہ انهن وٽ آهي.

ڪتاب جو ترجمو ٻولي ۽ مواد ڪيئن آهي؟ اهو سڀ ڪجهہ توهان جي ئي راءِ تي ڇڏيل آهي.

**آصف بالادي**
ڪراچي 01_09_1989

كتاب پهريون

# دشمن کي سڃاڻو

**پيش لفظ:**

انقلابي هٿياربند جدوجهد جي نئين لهر آفريڪا جي سڄي ڪنڌ ڪي پنهنجي لپيٽ ۾ آندو آهي، ان لاءِ اهو لازمي آهي تہ اسان ڄاڻون تہ اسان ڇا لاءِ ٿا وڙهون ۽ ڇو ٿا وڙهون. ان لاءِ سامراج ۽ جديد بينڪيت کي حصن ۾ ورهائڻ گهرجي تہ جيئن اسين ڪين چٽي نموني ڄاڻپي سگهون ۽ دنيا ليول تي سندس حڪمت عملي جي ڄاڻ بہ هجڻ گهرجي.

هن ڪتاب ۾ مون سامراج ۽ جديد بينڪيت جي ماهيت ڏيکارڻ سان گڏ آزادي جي جدوجهد ۾ اسان جا مقصد ۽ آفريڪا جي سياسي هم آهنگي کي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

باب پهريون

# دنيا لاءِ سامراج جي حڪمت عملي
# WORLD STRATEGY OF IMPERIALISM

## ”دشمنَ کي سڃاڻو“ Know The Enemy

ڪيترائي ٻاهريان واقعا/ حالتون آفريڪا تي اثرانداز ٿين ٿيون، ان ڪري اسان جي آزادي جي جدوجهد جو رخ صحيح هجڻ لاءِ اسان دشمنن کي سڃاڻون ۽ انهن سيني واقعن کي سٺي نموني سمجهون. انهن مان سيني کان اڳ ۾ آهي سامراج. جيڪو اسان جي ماڻهن کي استحصالي چڪيءَ ۾ پيڙهي ٿو. ان جي ڪري اهو سڀ کان اهم ٿيندو ته اسان سامراج کي چٽو ڪرڻ لاءِ حڪمت عملي جوڙيون.

پيداواري ذريعن جو استحصال، دشمن جي هٿان اسان جو استحصال آهي، جيڪو هو جاري رکيو اچن ٿا. قومي آزادي جي تحريڪ کي ختم ڪرڻ لاءِ هنن جون ڪهڙيون ڪوششون آهن.

هڪ دفعو دشمن جي حڪمت عملي جي حصن کي اسان چڱيءَ طرح سمجهي وياسين ته پوءِ اسان انهيءَ حالت ۾ هونداسين ته، پنهنجي حقيقي حالتن کي مدنظر رکي پنهنجي مقصدن لاءِ جدوجهد ڪريون.

ٻيءَ مهاڀاري لڙائي کانپوءِ دنيا هيٺينءَ ريت ورهائجي ويئي (سواءِ روس ۽ چين جي)

(1) سرمايه دار رياستون جتي سامراج مڪمل شڪل ۾ هو.

(2) ٻيڻڪي ملڪ جيڪي سرمايه دار ـ سامراج ملڪن کي اقتصادي مدد ڪن پيا. (ذڪر آمريڪا جا ڪافي ملڪ انهي حالتن مان گذريا آهن، جن جو سامراج معاشي استحصال ڪندو هو. جيئن اسپين ۾ پور چگال، جيڪي هاڻي جديد ٻينڪيتون آهن).

ٻي مهاڀاري لڙائيءَ کانپوءِ شديد معاشي، سماجي ۽ سياسي دٻاءُ انهن ٻنهي خطن ۾ پيدا ٿيو.

(الف) سرمايه دار ـ سامراج رياستن اندر پورهيت تنظيمون مضبوط ۽ تجربيڪار ٿيڻ لڳيون ۽ اهي سرمايه دار معاشيات ۾ جيڪا پيداوار ٿيڻ لڳي، انهي لاءِ دعويٰ ڪرڻ لڳا ۽ انهيءَ حالت کي گهٽي وقت تائين ٽاري نه پيو سگهجي. ٻنهي عالمي جنگين يورپي اقتصادي سرشتي کي مرڻ ڪنڌيءَ تائين پهچايو هو. ان ڪري اهو لازمي هو ته، پورهيت جون ڪجهه گهرجون پوريون ڪيون وڃن.

(ب) جڏهن سرمايه دار، استحصالي سرشتو پنهنجي اندروني تضادن جي ڪري پڄي پري رهيو هو. ان وقت دنيا ۾ ٻينڪيت اندر مضبوط آزاديءَ جون تحريڪون اڀري رهيون هيون. هڪ دفعو وري عوام جي انهن گهرجن کي گهڻو وقت پاسيرو نه پيو رکي سگهجي، اهي تحريڪون عوامي تحريڪون بنجي اٿيون جيئن:

Rassemblent Democratic African (R.D.A)

Party Democratic Guinee (P.D.G)

جنهن گهانا ۾ ڪم ڪيو. جيئن ڪن ملڪن ۾ مثال طور ويتنام، ڪينيا ۽ الجيريا ۾ مظلوم ماڻهن پنهنجي دعويٰ حاصل ڪرڻ لاءِ رت ۽ باهه جي ذريعي سڌي سنئين مخالفت جو مظاهرو ڪيو ۽ انهن ٻينڪي خطن ۾ ميٽرو پوليٽن رياستن اندر جدوجهد ساڳي دشمن خلاف هئي.

پورهيت تحريڪ ۽ آزاديءَ جي تحريڪ کان بچڻ لاءِ سامراج ننڍڙا سڌارا ڪندو آهي. جيڪي هن جي سرشتي کي بچائي سگهن. اندروني پيچ ڏاهه جنهن جو دٻاءُ پورهيت احتجاج مان ظاهر ٿيندو آهي. ان کان بچڻ لاءِ سرمايه دار استحصالي سرشتي کي محفوظ بنائڻ لاءِ سرمايه دار حڪومتون پورهيتن کي ڪجهه رعايتون ڏينديون آهن. جيئن سوشل سيڪيورٽي، مزدوري جا سٺا اگهه، معياري حالتن اندر ڪم ڪرڻ جا موقعا، هنرمند سکيا حاصل ڪرڻ جون سهولتون ۽ ٻيا اهڙا سڌارا شامل هوندا آهن. اهي اصلاحات بنيادي تضادن کي ڪجهه وقت لاءِ گهٽ ضرور ڪندا آهن پر ٻئي طرف استحصال




ڪي يقيني بنائيندا آهن. اهو شوشو پڻ چوڙيو ويندو آهي تہ سرمائيدار معاشرو هر ڪنهن ڪي سٺي زندگي ۽ ملڪ کي ڀلائي جي مملڪت بنائيندو. چو تہ صرف اهڙن ڪوڙن جي ذريعي هو ٿوري وقت لاءِ ڪميونزم کان بچي سگهن ٿا.

انهن جي اڳيان مسئلو صرف اهو هوندو آهي تہ ڪيئن سڀ مکيہ فائدا جيڪي اقليت کي حاصل آهن، جيئن جو تيئن رهن ۽ رياست لاءِ سرمايو ڪيئن هٿ ڪجي. انهي مسئلي جي حل لاءِ سرمائيدار نہ صرف اندروني پر بيروني طور بہ سڌارا آڻيندو آهي. جيئن رياست جي ڀلائي لاءِ جيڪو سرمايو ضروري آهي اہو حاصل ڪري سگهجي. ٻين لفظن ۾ جدوجهد سرمائيداري بينڪي ملڪن جي مادي ۽ روحاني پورهئي جي استحصال ڪرڻ کان اڳ ۾ اهو متين ڳالهين تي دارومدار رکي ٿي.




ظاهري طور اندروني ملڪ ۾ سڌارا ڪيا ويندا آهن جيئن آزاديءَ جي تحريڪ اڳتي نہ وڌي سگهي. انهن سڌارن جي تڪڙي ضرورت، ايشيا ۽ لاطيني آمريڪا ۾ پئي، جتي آزادي پسند قوتون وڏي طاقت سان اڀرڻ لڳيون. ڪن خطن ۾ انهن انقلابي تحريڪن اقتدار بہ حاصل ڪيو. پر وري ڪن هنڌن تي پنهنجن اصلي مقصدن کان هٽي ويون. يو ايس ايس آر، چين، ڪيوبا، اتر ويٽنام ۽ اتر ڪوريا ۾ عوام جي فتح ۽ مصر ۾ گهانا، جينيا، مالي، الجيريا ۾ عوام جو اڳتي وڌڻ سان نہ رڳو دنيا جو توازن تبديل ٿيڻ لڳو پر سرمائيدار سامراج ملڪ پاڻ کي گهيري ۾ محسوس ڪرڻ لڳا.

## گڏيل سامراج Collective Imperialism

سامراج جيڪا نئين حڪمت عملي استعمال ڪئي ان کي واضح ڪري سگهجي ٿو.

(الف) بينڪي ملڪ جيڪي هڪ ملڪ جي بينڪيٽ هوندا هئا، سي ختم ٿيا ان ڪانپوءِ،

(ب) هڪ سامراج جي جاءِ تي گڏيل سامراج وارو طريقو استعمال ڪيو ويو ٿو جنهن جي اڳواڻي آمريڪا ڪري رهيو آهي. اهو طريقو ٻي عالمگير جنگ ڪانپوءِ شروع ٿيو جڏهن سوشلسٽ ڪئمپ تمام محدود ۽

ڪمزور هئي، جو يورپ جي پورهيت طبقي جي تحريڪ جي ڪا فيصلي ڪن مدد نہ پئي ڪري سگهي جنهن جي ڪري اتي پورهيت پنهنجن حقيقي مقصدن تان هٽي ويا.

هي مهاياري لڙائي يورپ جي سياسي، معاشي حيثيت ختم ڪري ڇڏي، جنهنجي ڪري سرمائيداري طريقو يورپ تائين محدود رهيو. جيتوڻيڪ حقيقي جنگ جو فاتح آمريڪا کي قرار ڏنو ويو. جنهن ۾ اتحادين سندس مدد ڪئي. جنهنجي ڪري آمريڪا پنهنجي حيثيت ناهي ورتي ۽ يورپ جي ڪرندڙ معاشيات کي هٿي ڏني.

انهي "بين الاقواميت" يا "سيڪنڊيڪلائيزيشن" آمريڪا سامراج کي موقعو فراهم ڪيو تہ هو انهن حالتن مان فائدو حاصل ڪري.

### (الف) پيداوار وڌائڻ: The Need to Expand

آمريڪا جا جيڪي يورپي جنگي اتحاد هئا انهن آمريڪا کي موقعو فراهم ڪيو تہ هو يورپي مارڪيٽ مان فائدو حاصل ڪري، ۽ ان سان گڏ ايشيا، آفريڪا ۽ لاطيني آمريڪا ۾ جيڪا آمريڪا يورپي ملڪن کان اڳتي هو. جتي هو نو آزاد ملڪن ۾ جديد بينڪيت قائم ڪري چڪو هو.

### (ب) فوجي صنعت وڌائڻ: The Need to Militaries

آمريڪا جي فوجي صنعت، ان سياسي سوچ تي دارومدار رکي ٿي تہ روس ۽ چين سوشلسٽ ملڪ طور طاقتور ٿي رهيا آهن ۽ انهي ڳالهہ تي 1934ع کان 1945ع تائين آمريڪا اندر جيڪي تضاد هئا انهن کي مائو ڪري 1945ع کان اڄ تائين روس ۽ چين جو پنهنجي عوام کي دٻپ ڏئي فوجي صنعتي پيداوار وڌائي رهيو آهي.

انهي جا بہ مقصد آهن:

(الف) استحصال جيڪو ڪري رها آهن. انهي کي جاري رکڻ ۽ ملڪ جيڪي سامراجي بلاڪ ۾ آهن انهن کي هٿيار وڪڻڻ.

(ب) انهيءَ جي ذريعي ممڪن بنجي ٿو تہ دنيا جي غريب ۽ مظلوم ماڻهن جو استحصال جاري رکجي.

آمريڪا، برطانيا، فرانس ۽ اولهہ جرمنيءَ، آفريڪا، لاطيني آمريڪا ۽ ايشيا جي علائقن جو نالي جي هڪ هٿي تحت، انهن ملڪن جي دولت جو گڏيل رٿابندي تحت استحصال ڪن ٿا.

آءِ ايمر ايف بين الاقوامي مالياتي فنڊ جنهن ۾ آمريڪا کي 25 سيڪڙو ووٽ مليا، بين الاقوامي تعمير نو ۽ ترقي جي بئنڪ (I.B.R.D) ۾ آمريڪا کي 34 سيڪڙو ووٽ مليا. بين الاقوامي ترقياتي ايسوسيئيشن (I.D.A) ۾ آمريڪا کي 41 سيڪڙو ووٽ مليا.

عام طور ننڍي پئماني تي سڄي يورپ ۾ خصوصن اولهہ جرمني، آفريڪا ۾ ايجنسين ۽ مختلف تنظيمن جي ذريعي استحصال ڪري ٿي، جنهن ۾ يورپي معاشي برادري (E.E.C) مکيہ آهي.

سامراج تہ اقوام متحده کي پنهنجن بينڪيتي مقصدن لاءِ استعمال ڪري ٿو. انهيءَ لاءِ مثال طور آمريڪا جي پاليسي ڏکڻ ڪوري ۽ ڪانگو ۾ ڏسي سگهجي ٿي.

## ڪوڪلي آزادي: Sham Independence

سامراج رعايتن ۽ اصلاحات جي ذريعي پنهنجو استحصال آزادي جي صورت ۾ جاري رکندو آهي.

انهي رياست کي جديد بينڪيت چئي سگهجي ٿو جيڪا ظاهري طرح آزاد آهي پر انهي رياست ۾ سياسي طاقت رجعت پسند قوتن وٽ ۽ اقتصادي طاقت بين الاقوامي مالياتي سرمائي وٽ هجي.

## جديد بينڪيت: Neo_ Colonialism

سڀ کان پهريائين ۽ بين الاقوامي حڪمت عملي جديد بينڪيت کي شڪست ڏيڻ لاءِ اها آهي تہ اهو ظاهر ڪجي تہ ملڪ ڪيئن جديد بينڪيت بڻيو.

جديد بينڪيت جنهن ۾ حقيقي آزادي نہ هوندي آهي پر ظاهري طرح آزادي جو ڏيک ڏيندي آهي. انهيءَ ملڪ کي سمجهڻ لاءِ شروعات آزادي واري جدوجهد کان جديد بينڪيت بڻجڻ تائين ڪجي تہ ملڪ ڪيئن جديد بينڪيت بڻيو.

جڏهن آزادي جي تحريڪ مضبوط هوندي آهي تہ ان کي اڳتي وڌڻ کان روڪڻ لاءِ سامراج سخت گير پاليسي ناهيندو آهي. ان مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ اهو پنهنجا مڙيئي هٿيار، سيئي جنگي مورچا ۽ اقتصادي حربا جن ۾ بدعنواني، سبوتاز بلئڪ ميل ۽نفسياتي طور ماڻهن کي مايوس ڪرڻ لاءِ سامراج پنهنجي فائدن ۽ قومي تحريڪ جي خلاف پروپئگنڊا ڪندو آهي.

(1) جيئن مغربي جمهوريت ۽ پارليامينٽري طريقو ئي بهترين حڪومت ڪرڻ جو ذريعو آهي ۽ ملڪي آئين اهڙي نموني جوڙيو ويندو آهي، جنهن ۾ صرف سندن چند خير خواهہ شامل ٿي سگهن ٿا.

(2) جيئن سرمائيداري جي ذريعي ترقي ڪري سگهجي ٿي، جنهن ۾ ڪليل چٽا پيٽي آهي، جنهن جو تجربو اولهہ يورپ جي ملڪن آزاد سرمائي جي ٽيڪنيڪ جي ذريعي ڪيو.

انهي صورت ۾ ملڪ جي حيثيت هڪ وچين رياست جهڙي هوندي آهي، جنهن ۾ فائدو صرف ٻن ٽرين کي هوندو آهي. هڪ جديد بينڪيت کي، جنهن جي هٿ ۾ سياسي ۽ معاشي طاقت هوندي آهي، ٻيو فائدو سامراج کي پوندو آهي، جيڪو هر وقت جديد بينڪيت کي "مدد" ڏيڻ لاءِ تيار هوندو آهي.

(3) اها پروپئگنڊا ڪئي ويندي آهي تہ آزادي جي تحريڪ جا اڳواڻ ملڪ کي "ڪميونزم" "مڪمل ڊڪٽيٽرشپ" ڏانهن ڌڪي رهيا آهن.

(4) سامراج حاڪميت دوران ملڪ کي هٽرداو طريقي سان ورهائي "آزادي" جو نالو ڏيندو آهي تہ انهن جا تاريخي ۽ ثقافتي لاڳاپا پاڻ ۾ آهن. هو انهن کي "قوم" قرار ڏيندو آهي پر نہ انهن جا ثقافتي لاڳاپا هوندا آهن نہ ئي معاشيات جي خيال کان پاڻ پرا هوندا آهن.

سامراج جي آخري چال هي هوندي آهي تہ:

(1) پروپئگنڊا جي ذريعي مذهب، ثقافت، نسل ۽ سياسي نظرين کي پنهنجي فائدي ۾ استعمال ڪندو آهي تہ جيئن مظلوم ماڻهن ۾ ويڇوٽي پيدا ٿئي يا ملڪي علائقن کي بہ جدا ڪري پيش ڪندو آهي جيڪي حقيقت ۾ تاريخي، ثقافتي ۽ اقتصادي طور گڏيل هوندا آهن.

اهو سڀ ڪجهه ان ڪري ڪيو ويندو آهي تہ جيئن آزادي جي تحريڪ جي اڳواڻن کي جارح ـ شاؤنزم جي بنيادن تي بيٺل قومپرستي ڏانهن ڌڪي ڇڏجي يا آزادي جي تحريڪ کي اصلاحات جي رستي تي وٺي اچجي پوءِ اهو ظاهر ڪيو ويندو آهي تہ ملڪي انتظاميا ۾ "سٺا ماڻهو هجن، جيڪي سياسي اقتصادي ۽ انتظامي سڌارا آڻين."

جديد بينڪيت ۾ آخرڪار گهٽي سوچ ويچار ڪانپوءِ نام نهاد آزاد اليڪشنون ڪرايون ويندون آهن. جنهن ۾ مقامي ايجنٽ حاڪمن جي پسند سان چونڊجي ايندا آهن، جيڪي قومي آزادي جي چئمپين جي صورت ۾ ماڻهن ۾ متعارف ڪرايا ويندا آهن. اهڙي طرح ڪٺپتلي حڪومت ٺهي ويندي آهي.

سامراج جو اصل مقصد آهي، استحصال، جيڪو ڪٺپتلي رياستن ۾ جديد بينڪيتي طريقي تحت ٿئي ٿو.

جڏهن اليڪشن جي ذريعي قائم ڪيل ڪٺپتلي حڪومت بہ هلي نہ سگهندي آهي تہ پوءِ حاڪم آزادي جي تحريڪ کي ٻن حصن ۾ ورهائڻ جي سازش ڪندو آهي. ٻي صورت ۾ جديد بينڪيت ۾ سامراج نام نهاد (ترقي پسند) پارٽي مقامي ايجنٽن جي ذريعي ٺهرائيندو آهي. جيڪا ڪوڙي آزادي جي تحريڪ هلائيندو آهي. هوڏانهن خفيا ايجنسي حقيقي آزادي جي تحريڪ جي پويان هوندي آهي، جنهن کي ئي مظلوم ماڻهن جي حمايت حاصل هوندي آهي. گيني بسائو ۾ (Fling) ۽ انگولا ۾ (UPA) گفتشنيد ذريعي خود مختياري حاصل ڪرڻ ۽ ڪٺپتلي حڪومت جوڙڻ لاءِ ڪم ڪيو.

جيسيتائين آزاديءَ جي تحريڪ جا اڳواڻ پنهنجي خلاف سازش کي چڱي نموني نٿا سمجهن، حقيقي انقلابي نہ ٿا پيدا ڪن تيسيتائين بينڪي طاقت جي سرشتي کي ختم نٿو ڪري سگهجي.

صرف پوءِ ئي حقيقي آزادي ماڻي سگهجي ٿي ۽ قوم جي تشڪيل نو ڪري سگهجي ٿي پوءِ ئي سامراج مخالف جدوجهد ۾ شامل ماڻهن کي فائدو پهچي سگهي ٿو.

حقيقي آزادي ماڻڻ ڪانپوءِ ئي، قائم ڪيل حڪومت سامراج جي جديد ـ بينڪيت واري چال کي اڳتي وڌڻ کان روڪي سگهي ٿي.

اهڙي حقيقي آزادي ماڻيل ملڪ ۾ قائم حڪومت کي سامراج تختو اونڌو ڪرڻ، اڳواڻ جو قتل، پارٽي اندر ڌڙيڙ، قبائلي فساد ۽ محلاتي سازشن ۽ ٻين اهڙين حرڪتن ذريعي مضبوط ٿيڻ کان روڪيندو آهي ساڳي وقت پاڙيسري ڪٺپتلي حڪومت کي سامراج هر لحاظ کان مضبوط ڪندو رهندو آهي.

انڪري جديد بينڪيت کي ختم ڪرڻ لاءِ جيڪا تحريڪ هلي انهي کي حقيقي معنيٰ ۾ بالغ ڪيو وڃي. ترقي پسند سياسي پارٽي جيڪا حڪومت ناهي ان تي خاص توجهه ڏنو وڃي.

اهو صرف هڪ پارٽي تحت ٿي سگهي ٿو. جيڪا سوشلزم لاءِ جدوجهد ڪري ان پارٽي اندر ڪيترائي گروپ ٿي سگهن ٿا. جن جا سياسي ۽ معاشي مفاد مختلف هوندا آهن پر جيڪا شيءِ انهن کي گڏ هلائيندي اها هوندي پارٽي، رياستي مشينري سامراج جي سازش اها هوندي آهي تہ ڪنهن گروپ کي پاڻ ڏانهن آڻيندو. جنهن جا سياسي ۽ معاشي مفاد ڪيس سان ميل ڪائيندڙ هوندا آهن.

جيڪڏهن انهيءَ ڳٺ جوڙ جي مخالفت ڪئي ويندي آهي تہ سامراج هيٺيون سازشون ڪندو آهي.

(1) اڳواڻ جو قتل، حڪومت جو تختو اونڌو ڪرڻ، يا محلاتي سازشن جي ذريعي سياسي طاقت سامراج جي علائقائي نمائندي جي حوالي ڪرڻ.

يا

(2) سياسي قوت يڪسان نہ هوندي آهي جيئن هڪ گروپ رياستي مشينري اندر مضبوط هوندو آهي. جڏهن تہ ٻيو گروپ پارٽي ادارن اندر مضبوط هوندو آهي. ان حالت ۾ سامراج هٿرادو افواهہ ڦهلائي ٻنهي گروپن جي تضادن کي تيز ڪندو آهي.

اهي افواهہ گهڻو ڪري نظرياتي اختلافن، ملڪ جو معاشي بدحالي رياستي ادارن اندر انتظاميا ۾ بدعنواني بابت هوندا آهن. جنهن جي ڪري ماحول اهو پيدا ٿيندو آهي تہ حڪومت ڪندڙ ادارا تي فائز ماڻهو تبديل ڪيا وڃن. ظاهري طرح تہ حڪومت ساڳي پارٽي وٽ هوندي آهي پر خاصيتن طور اها حڪومت سامراج کي نظرياتي طرح وڌيڪ ويجهي هوندي آهي.

پارٽي اندر انهي تبديليءَ ڪانپوءِ سامراج لاءِ ان ملڪ کي جديد بينڪيت بنائڻ جا موقع هوندا آهن.

ان کي روڪڻ لاءِ آزادي ملڻ شرط اها چال بہ ذهن نشين هئڻ گهرجي تہ جيئن اسين انهي صورت ۾ مثبت قدم کڻي سگهون ۽ مستقبل جي ترقي لاءِ خاڪو جوڙي سگهون.

جديد بينڪيت سامراجي قومن جي مدد سان ملڪ کي پلائي جي مملڪت بنائڻ جي ڪوڙي ڪوشش ڪندي آهي.

پلائي جي مملڪت اندروني حالت آهي ۽ جديد بينڪيت بيروني حالت آهي. جيڪا بين الاقوامي ماليَاتي سرمائي جي اڳواٽي ۾ جاري رهندي آهي.




انهي استحصال جو سڄو دارومدار سامراج جي جديد بينڪيتي طريقي ۽ بين الاقوامي توازن تي هوندو آهي. جيڪو انهي جي حالت ۾ مستقبل طئہ ڪندو آهي.

جديد بينڪيت اندر جيڪو سرمايو سيڙايو ويندو آهي، انهي جي پيٽ ۾ منافعو تمام گهڻو حاصل ڪيو ويندو آهي. اهو وڏن سرمائيدارن جي ڪمايل ناڻي جي انگن مان ڏسي سگهجي ٿو. سرمائيدارن جي ڪمايل ناڻي جي انگن اکرن مان ڏسي سگهجي ٿو. سرمائيدارن ۽ دنيا جي غريب ماڻهن اندر جيئن پوءِ تيئن اقتصادي وڇوٽي تي رهي آهي.

آخري چند چارڻ اها آهي تہ جديد بينڪيت جو استحصالي طريقو جيڪا بيروني حالت آهي اها سرمائيدار رياست کي انهي حالت ۾ رکي ٿي، اهو استحصال ڪري اهو وري دارومدار رکي ٿو پيداوار تي، جيڪا جديد بينڪيت جا مزدور تمام خراب حالت ۾ مزدوري ڪري پيداوار کي جاري رکن ٿا. هو ايترو تہ گهڻو پيدا ڪن ٿا, جيڪو هو بينڪيت واري حالت ۾ بہ پيدا نہ ڪندا هئا. اهي جديد بينڪيت بنائيندڙن جي توقع کان بہ وڌيڪ پيدا ڪندا آهن. جديد بينڪيت هميشہ پنهنجي عوام سان ٽڪراءَ ۾ هوندي آهي ۽ اهو وچو حڪومت ۽ ماڻهن جي وچ ۾ ڏينهون ڏينهن وڌندو ويندو آهي. انهيءَ مان ظاهر آهي تہ حڪومت کي عوام جو سهڪار حاصل نہ آهي. اها اقتدار ۾ صرف ڪوڙن بهانن ۽ ڏتن ذريعي رهندي آهي ان سان گڏ سندس گهڻو دارومدار ٻاهرين حڪومتن جي فوجي امداد تي هوندو آهي. جنهن جي ذريعي هو اقتدار ۾ رهندي آهي.

جديد بينڪيت جا لازمي حصا هي آهن.

(1) اقتصادي استحصال،

(2) ڪٺ پتلي حڪومت،

(3) فوجي مدد ۽

(4) اقتصادي امداد




فوجي امداد مختلف ذريعن سان ڏني ويندي آهي، جيئن فوجين کي فني سکيا، جيڪا سامراج ملڪ اندر ڏني ويندي آهي يا مختلف فوجي يونٽن تي ڪنٽرول فوجي آفيسرن جو هوندو آهي. ان سان گڏ ڳجها فوجي مغربي معاهدا ڪيا ويندا آهن. هتي مکيہ ڳالھ هي آهي تہ انهي قسم جي "مدد" کي ڪيئن پرکجي. اها جهڙي بہ حالت ۾ ملي ان کي عوامي حڪومت جي خلاف بنيادي جارحيت تسليم ڪيو وڃي.

۽ اها جديد ـ بينڪيتي ٽولي کي ظاهر ڪري ٿي انهي "مدد" جو اثر سڌو سنئون مظلوم ۽ ڪٺپتلي حڪومت جي ويجهي تي پوي ٿو جيڪو جيئن پوءِ تيئن وڌندو رهي ٿو.

اهو پڻ محسوس ڪيو ويو آهي تہ آمريڪا جي پاليسي ڪينيڊي جي قتل کانپوءِ، انهي فوجي "امداد" کي "اڳواٽ بچاءُ" جو نالو ڏنو آهي.

## جديد ـ بينڪيت خلاف جدوجهد

The Struggle Against "" Neo-Colonialism

فوجي حڪمت عمليءَ اندر سياسي مقصدسمايل آهن، سڀ فوجي مسئلا سياسي آهن ۽ سڀ سياسي مسئلا معاشي آهن.

آفريڪا، ايشيا ۽ لاطيني آمريڪا جي آزاديءَ جي تحريڪن دوران اهو تجربو حاصل ٿيو آهي ته ماڻهن سجاڳ ڪرڻ لاءِ سڌو سنئون سامراج سان ٽڪر ڪائڻ واري حڪمت عملي اختيار ڪجي، آفريڪا ۾ ڪٺپتلي حڪومت ۽ استحصال جي سيني طريقن کي ختم ڪرڻ سان ئي قوم کي بچائي ۽ حقيقي آزاديءَ جي تحريڪ کي اڳتي وڌائي سگهجي ٿو. اسان کي انهي ٽڪراءُ واري للڪارکي قبولي آزاد ۽ متحد آفريڪا لاءِ جدوجهد ڪرڻ گهرجي.

آزادي آخري منزل نه آهي، اهو به هڪ عوام جي انقلابي جدوجهد جو ڏاڪو آهي.

## نفسياتي ۽ فوجي پروپيگنڊا

Propaganda & Psychological Warfare

جدوجهد دوران دشمن اسان کي ڪمزور ڪرڻ جا جيڪي حربا استعمال ڪري ٿو انهن کي سمجهڻ گهرجي. چو ته جڏهن هو گوريلن جي منظم جدوجهد کي روڪي نه سگهندا آهن ته اهي پنهنجا پراڻا آزمايل طريقا استعمال ڪندا آهن. جيئن ويتنام ۾ هو ويتنامي گوريلن کي منهن ڏئي نه سگهيا ته انهن گوريلن خلاف پروپيگنڊا جو محاذ کولي ڇڏيو.

انهي نفسياتي ۽ جنگي پروپيگنڊا جا مقصد هي آهن:

(1) آزادي جي تحريڪ کي منظم ۽ مضبوط ٿيڻ کان روڪڻ، ان سان گڏ وڌهڻ واري جذبي کي ختم ڪرڻ.

(2) جتي انقلابي هٿياربند جدوجهد هلي رهي هوندي آهي، ان کي اڳتي وڌڻ کان روڪڻ لاءِ ڪجهه سياسي معاشي ۽ سماجي "اصلاحات" ڪيا ويندا آهن. جيئن "انتهاپسندن" جي ذريعي جدوجهد کي ختم ڪجي.

نفسياتي گهيرا نشرياتي ادارن تي ڪيا ويندا آهن. جنهن ۾ هي نشرياتي ادارا, بي بي سي, وائسز آف جرمني, وائيسز آف آمريڪا شامل آهن ۽ مختلف Wavelenth تي, مختلف ٻولين ۾ ماڻهن جي ذهنن ۾ قومي آزاديءَ جي تحريڪ خلاف زهر پريو ويندو آهي, ايتري قدر جو اهي پروگرام خاص انگلش Special English ۾ به ڪلاڪن جا ڪلاڪ نشر ڪيا ويندا آهن.

انهي نفسياتي جنگ ۾"لفظن" کان به ڀرپور مدد ورتي ويندي آهي. مختلف سرمائيدار ملڪ نام نهاد "آزاد" پبلشنگ ادارا "انقلابي", "قوم پرستي", "ڪلچر" ۽ "شهري تعليم" جي نالن ۾ قائم ڪنداآهن جن ۾ آزاديءَ جي تحريڪن خلاف زهر اوڳاڇيو ويندو آهي.

اخبارن ۾ پمفليٽن جي ذريعي به مغربي تهذيب ۽ ثقافت جي تعريف ڪئي ويندي آهي ۽ اهو مواد مختلف ذريعن ذريعي هر شهر ۽ ڳوٺ ۾ پهچايو ويندو آهي.

جڏهن انهي پروپيگنڊا جي ذريعي هو پنهنجي لاءِ ماحول تيار ڏسندا آهن ته پوءِ باقاعده فوج ذريعي انهيءَ ملڪ ۾ داخل ٿيندا آهن. اهو انهن جو پراڻو طريقو آهي, جيئن پهريان عيسائي مشينري سان ايندا هئا پوءِ ڏسندي ڏسندي ملڪ غلام ٿي ويندا هئا ۽ انهن سيني مشينريز کي بين الاقوامي مالياتي سرمائي پاران مدد ملندي آهي.

هاڻي سامراج جي نئين نفسياتي حڪمت عملي اها آهي ته پٺ تي پيا ملڪ حڪومت هلائي نٿا سگهن.

سامراج انهيءَ چال ذريعي ماڻهن جي دماغ ۾ اها ڳالهه ويهاري آهي ته بينڪيت يا جديد بينڪيت دوران هو ترقي ڪري سگهن ٿا. ان لاءِ جيڪي آفريڪي ملڪ آزاد ٿيا پر سندن حڪومتون فوجي انقلابن جي ذريعي ختم ڪيون ويون آهن. انهن کي مثال بنائي بينڪيت ۽ جديد بينڪيت جي حق ۾ دليل ڏين ٿا.

سامراج جي هاڻي مهم اها آهي ته پريس, ريڊيو ۽ فلم جي ذريعي اهو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿو ته آفريڪا بينڪيت رهي.

حقيقت ۾ آفريڪا جيڪا سياسي سجاڳيءَ ۾ ترقي ڪئي آهي انهيءَ کي هو وساري ويهن ٿا. 1957ع ۾ جڏهن گهانا آزاد ٿيو ۽ سياسي سجاڳي آفريڪا ۾ تيز لڳي ته ان وقت اٺ رياستون آزاد هيون, هاڻي ڏهن سالن

ڪانپوءِ اهي رياستون چاليهن ڪان مٿي آهن. ڪن ملڪن اندر هن وقت به جدوجهد جاري آهي.

نفسياتي طور مايوس ڪرڻ لاءِ سامراج هي چالون اختيار ڪندو آهي ته،

(1) آفريڪي امن پسند، درگذر ڪندڙ ۽ نسل پرست ماڻهو آهن ۽ انفرادي طور وري آفريڪين کي هميشه ظالم ۽ وحشي پيش ڪن ٿا، اهو صرف ان ڪري ڪيو وڃي ٿو ته جيئن آفريڪي پنهنجي آزاديءَ جي جدوجهد ۾ ڀرپور حصو نه وٺي سگهن. انهن جو اهو جواز آسانيءَ سان رد ڪري سگهجي ٿو، ڇو ته انهن ڪڏهن به يورپ جي آزادي جي جنگين، فتح جي جنگين، انقلابن کي ڪڏهن به اخلاقي يا غير اخلاقي طور پيش نه ڪيو آهي جيڪو مغرب جو تاريخي حصو آهي.

اسان جي آزادي لاءِ هٿياربند جدوجهد نه اخلاقي آهي نه غير اخلاقي پر اها سائنسي ۽ تاريخ جو فيصلو آهي.

(2) دليل جيڪي اسان جي انقلابي تحريڪ لاءِ ڏين ٿا ان کي "معاشي" نالو ڏيئي سگهجي ٿو. هو چون ٿا ته جديد بينڪيت ڪنهن به ملڪ لاءِ نقصانده نه آهي، ڇو ته ان ملڪ لاءِ فوجي تربيت ۽ هٿيار ان شروعات واري حالت ۾ هٿ ڪرڻ ڏکيا آهن. ان لاءِ هو چون ٿا ته توهان اجا ترقي پذيريءَ ۾ آهيو. توهان کي فوجي تربيت دفاع جي لاءِ "مدد" اسان مهيا ڪنداسين ۽ اهڙي طرح نئون آزاد ملڪ انهيءَ سازش جو شڪار ٿي ويندو آهي. سندن آخري حربو اهو هوندو آهي ته هو آزادي جي مجاهدن کي "دهشتگرد" طور پيش ڪندا آهن. ان ڪان اڳ جيڪي هٿياربند جدوجهدون ناڪام ٿي چڪيون هونديون آهن، ان کي بنياد بنائي، انقلابي هٿياربند جدوجهد کي رد ڪندا آهن. جڏهن انقلابي پڪڙيا آهن ته انهن کي ريڊيو پريس جي حوالي سان ايئن جاڻايو ويندو آهي ته "محافظن" "دهشتگردن" کي پڪڙيو جڏهن هٿيار يا ٻيو فوجي سامان هٿ ڪندا آهن ته چوندا آهن ته اهو روسي يا چيني هو جيئن ماڻهن کي اهو محسوس ڪرائجي ته اهي آفريڪي قومپرست نه پر ٻاهرين حڪومت جا چاڙتا آهن.

جڏهن انقلابي گرفتار ٿيندا آهن ته ڪورٽ ۾ ڏوهاري جي حيثيت سان انهن مٿان ڪيس هلايا ويندا آهن، نه ئي انهن کي جنگي قيدي جي حيثيت ڏني ويندي آهي. آخر ۾ اهو چئي سزائون ڏنيون وينديون آهن، گولي هنئين ويندي آهي يا انهن کي ڦاسي ڏني ويندي آهي ته انهن ڏوهه ٻاسيو هو.

سامراج جي انهيءَ چال مان اهو مقصد آهي تہ هڪ هٿياربند انقلابي تحريڪ کي اهميت نہ ملي. بيو انقلابين کي مايوس ڪجي.

چي گويرا انهيءَ سامراجي حڪمت عمليءَ کي هيئن بيان ڪيو آهي تہ "انهن لاءِ اهو ضروري هوندو آهي تہ آزاديءَ جي تحريڪ کي شروعاتي مرحلن دوران ختم ڪجي، جيئن اها ماڻهن سان ملي هڪ ٿي نہ وڃي."

سامراج اهو ٻڌائيندو رهيوآهي تہ آفريڪين ۾ انقلابي جنگ جي صلاحيت نہ آهي، ان لاءِ هو هي ٽي ڳالهيون بيان ڪن ٿا.

(1) نسل پرستي

(2) اسان جو تاريخي پس منظر ۽

(3) ڪئڊرس، نظرياتي ۽ اڳواڻي جي کوٽ

مسئلو اهو نہ آهي تہ ڪو انقلابي پيدائش [illegible] ڙهاڪ هوندو آهي يا نہ مسئلو اهو بہ نہ آهي تہ آفريڪا ئي انقلابين [illegible] مناسب آهي يا آفريڪا ئي انقلابي جنگ لاءِ ٺيڪ آهي پر حقيقت هيءَ آهي تہ انقلابي جنگ ئي واحد چابي آهي، جنهن جي ذريعي مڪمل آفريڪا جي آزادي ماڻي سگهجي ٿي.

## پرڏيهي فوجي تياري

## Foreign Military Preparedness

پنهنجي جارحيت وارن مقصدن ۽ فوجي حڪمت عمليءَ کي حاصل ڪرڻ لاءِ، سامراج فوجي بلاڪ ۽ اتحادي دنيا جي مختلف جاگرافي حصن ۾ فوجي حوالي سان بڻايا آهن.

آفريڪي انقلاب کي انهي فوجي حڪمت عملي جي سمجهڻ جي ڪا خاص ضرورت نہ آهي. جيڪڏهن اسان جي انقلابي جدوجهد جو رخ صحيح آهي سامراج مخالف ۽ جديد بينڪيتن خلاف جدوجهد تقريباً سڄي دنيا ۾ وڙهي سگهجي ٿي. جتي سامراج ڪنهن بہ شڪل ۾ موجود آهي.

فوجي بلاڪ ۽ انقلاب دشمن تنظيمون هي آهن:

### نارٿ ائٽلانٽڪ ٽريٽي آرگنائيزيشن 1949ع NATO

هن ۾ آمريڪا، برطانيا، فرانس، اٽلي، بئلجيم، هاليند، سگنمبرگ، ڪئناڊا، آئرلينڊ، ناروي، ڊينمارڪ ۽ پرتگال آهن. آڪٽوبر 1851ع کان يونان ۽ ترڪي 1951ع کا اولهہ جرمني شامل آهي.

**سائوٿ ايسٽ ايشيا ٽريٽي آرگنائيزيشن 1954ع** CEATO

هن ۾ آمريڪا، برطانيا، فرانس، نيوزيلينڊ، آسٽريليا، فلپائن، ٿائليند ۽ پاڪستان شامل آهن.

**1951** ANZUS

هن ۾ آسٽريليا، نيوزيلينڊ ۽ آمريڪا شامل آهن، اهو پئسفڪ معاهدي جي نالي سان مشهور آهي.

**سينٽرل ٽريٽي آرگنائيزيشن 1959ع** CENTO

هن ۾ برطانيا، ترڪي، پاڪستان ۽ ايران 1955ع ۾ بغدادي معاهدي تحت شامل ٿيا. 1959ع ۾ آمريڪا ٻہ طرفي جنگي معاهدو ترڪي، ايران ۽ پاڪستان سان ڪري شامل ٿيو.

هي سڄو جنگي سرشتو جيڪو فوجي بلاڪن ۾ اتحادن جي صورت ۾ قائم آهي. ان جي ذريعي آمريڪي سامراج جڙ تہ مغربي دنيا جو اڳواڻ آهي. انهيءَ کي لاطيني آمريڪا ۽ ايشيا جي ڪجهہ علائقن ۾ سڌو عمل دخل آهي ۽ اهو سڀ ڪجهہ فوجي جار جي ذريعي ڪيو وڃي ٿو جنهن ۾ 2200 جنگي اڏا موجود آهن، جنهن ۾ هڪ ملين فوجي ماڻهو هر وقت جنگ لاءِ تيار آهن. آمريڪا جا ٻين ملڪن ۾ مداخلت لاءِ هيٺيان گروپ (Group) تشڪيل ڏنل آهن.

**گروپ پهريون** Group One

هي U.S.S.R جي خلاف مغربي يورپ اتر آفريڪا ۽ مڊل ايسٽ ۾ قائم آهي.

**گروپ ٻيو** Group Two

هي گروپ چين خلاف پاڪستان، ڏکڻ اوڀر ايشيا ۽ پئسفڪ وارن ملڪن ۾ قائم آهي.

**گروپ ٽيون** Group Three

هي گروپ انقلابي تحريڪون جيڪي لاطيني آمريڪا ۾ هلي رهيون آهن، انهن جي خلاف آمريڪي رياستن جي تنظيم جي ماتحت ڪم ڪري رهيو آهي. اهو پناما، برموداس ۽ لپورٽوريڪو ۾ قائم آهن.

آفريڪا ۾ هن وقت سترهن هوائي اڏا NATO جي ميمبر ملڪن جا آهن. نوَ سامونڊي اڏا ٻاهريان ملڪ استعمال ڪن ٿا. ٻاهريان فوجي وفد هر وقت، ڪينيا، موراڪو سينيگال، نائيجر، ڪئمرون، چاڊ، گئبن ۽ آئوري ڪوسٽ ۾ موجود آهن ان سان گڏ اتر آفريڪا ۾ تي راڪيٽ ڇوڙڻ ۽ ائٽامڪ ٽيسٽنگ جون جڳهيون آهن.

اسان جي آفريڪي هٿياربند جدوجهد ڪنهن نه ڪنهن صورت ۾ سامراج جي فوجي حڪمت عملين کي ڌڪ هڻي ٿي. ان کان بچاءُ لاءِ سامراج آبادڪار ۽ اقليت کي طاقت ۾ آڻي، انهن جي حڪومت قائم ڪندو آهي جيئن انهن رڊيشيا ۽ ڏکڻ آفريڪا ۾ ڪيو.

NATO جي نهڻ ڪانپوءِ 1954ع ۾ وارسا معاهدو ٿيو ته جيئن سامراجي جارحيت کي منهن ڏئي سگهجي، هن ۾ سوويت يونين، بلغاريا، هنگري، جرمني، ڊيموڪريٽ ريپبلڪ پولينڊ، رومانيه، چيڪو سلواڪيا ۽ انبانيا شامل آهن. هن معاهدي ۾ اهو طئه ٿيو ته ڪنهن به هڪ تي حملو سيني تي حملو سمجهيو ويندو. ان معاهدي جون خاص هي ٻه ڳالهيون آهن.

(1) هڪ سياسي ادارو جوڙڻ جيڪو هڪ ٻئي جي سهڪار سان سياسي فيصلا ڪرڻ، هڪ ٻئي کي مختلف ميدانن ۾ اطلاع مهيا ڪرڻ"

(2) گڏيل فوجي مشقون، جن جو هيڊ ڪوارٽر وارسا هوندو.

## گڏيل آفريڪي تنظيم جي ضرورت

The Need for Pan African Organization

آفريڪا جا ڪافي ملڪ هن وقت فوجي نقطئه نظر کان ڪمزور آهن. سامراج وانگر انهن جا گڏيل فوجي پروگرام يڪسان عمل نه آهن. اهو سڀ ڪجهه آل آفريڪن پيپلس رووليشنري آرمي All African Peoples Revolutionary Army کي آفريڪي سطح تي منظم ڪرڻ ڪانپوءِ حاصل ڪري سگهجي ٿو اسان ۾ فتح حاصل ڪرڻ جي تمام گهڻي صلاحيت موجود آهي چو ته آفريڪا جي مظلوم عوام اهو طئه ڪري ڇڏيو آهي ته هو استحصال جي سيني طريقن کي ختم ڪري پنهنجي مستقبل جو تعين پاڻ ڪندا.

آفريڪي سطح تي ايڏي طاقت منظم ٿيڻ ڪانپوءِ دشمن جي ڪاميابيءَ جو ذري برابر به امڪان ڪونهي.

باب ٻيو

# اسان جا مقصد

# OUR OBJECTIVES

اسان جي آزاديءَ جي تحريڪ جا مقصد سياسي طرح ٽن حصن ۾ ورهائي سگهجن ٿا.

(1) قومپرستي Nationalism
(2) متحد آفريڪا Pan_ Africanism
(3) سوشلزم Socialism

اهي اسان جا ٽئي مقصد آفريڪا ۾ استحصال جي خلاف جدوجهد ڪرڻ سان حاصل ڪري سگهجن ٿا. اهي ٽئي اندروني طرح هڪٻئي سان ڳنڍيل آهن جيڪڏهن انهن ٽنهي مان ڪوبه هڪڙو حاصل نه ٿيو ته ڪنهن به علائقي ۾ نه حقيقي آزادي اچي سگهي ٿي ۽ نه ئي مستحڪم حڪومت قائم ڪري سگهجي ٿي.

**(1) قومپرستي** Nationalism

قومپرستي هڪ نظريو آهي، جنهن جي ذريعي ٻيٺڪي ماڻهو ٻيٺڪيت جي خلاف جدوجهد هلائي آزادي حاصل ڪري سگهن ٿا. ملڪ جا اهي علائقا جتي پيداواري طريقا ترقي يافته نه آهن ۽ اسان جي ماڻهن کي سياسي طاقت حاصل نه آهي انهن ماڻهن لاءِ هڪ متحده جنگجو محاذ قائم ڪري سگهجي ٿو جيڪو ڪنهن به آزادي جي تحريڪ جي ڪاميابي لاءِ بنيادي شرط آهي.

سماجي طور ٻيٺڪي ماڻهو هڪٻئي کان گهڻا مختلف نه هوندا آهن. انهن جو استحصال ٻيٺڪي حاڪم بنا ڪنهن اختياري جي ڪندا آهن، پوءِ هي بين الاقوامي نعرو گونجندو آهي ته "قوم کي ٻيٺڪيت مان آزاد ڪرائڻ گهرجي" ۽ انهي جو دٻاءَ ٻيٺڪي ايجنٽ ۽ سندن چاڙتا تمام گهٽي

شدت سان محسوس ڪندا آهن ۽ سڄي قوم هڪ "قوم" طور انقلاب لاءِ ظالم جي خلاف اڳتي وڌندي آهي ۽ آزادي ماڻيندي آهي.

قومپرستي آزاديءَ جي جدوجهد ۾ هڪ ضروري قدم آهي پر سياسي ۽ معاشي استحصال اسان جي ماڻهن جو ٽٽئي ٿو ۽ ان لاءِ آخري حل نہ آهي.

قوم پرستي پنهنجي طور تي هڪ محدود نظريو آهي، اهو هڪڙو جاگرافيائي سياسي نظريو آهي. جيڪو بينڪي طاقتن (1884) ۾ برلن واري ڪانفرنس ۾ طئہ ڪيو هو اهي حالتون ايئن ئي آهن جيئن اڄ سياسي طور آفريڪا جون آهن. آفريڪي ماڻهن جون فطري طور هڪ پنهنجون تاريخون آهن جيڪي نيل کان ڪانگو سينيگال کان نائيجر ۽ ڪانگو کان زمبيسي تائين پکڙيل آهن.

آفريڪي "قومون" جيڪي هترادو طريقي سان سامراجين پنهنجن مقصدن خاطر ٺاهيون آهن سي اسان جي قديم آفريڪي تهذيب مان قتل نہ آهن. انهن جا طورطريقا بہ آفريڪي ماحول مطابق ٺهڪندڙ نہ آهن. انهن مان هر ڪو پنهنجي طور تي ترقيءَ لاءِ جدوجهد ڪري رهيو آهي پر سندن راهہ ۾ رڪاوٽ سامراج ۾ جديد بينڪيت آهي، جيڪو مڪمل آفريڪا ۾ موجود آهي. آفريڪا جا ڪافي علائقا سامراج پنهنجن مقصدن حاصل ڪرڻ لاءِ انتظامي طور ملايا آهن. جيڪڏهن وڏين واپاري ڪمپنين، ڪاٽين ڪوٽڻ جي ادارن ۽ صنعتي مرڪزن جو مطالعو ڪيو ويندو تہ اهي سڀ گهڻ قومي ۽ گهڻ ملڪي ادارا آهن. انهن جي ذريعي سرمائيدار تمام سولي نموني سان تمام گهڻو منافعو حاصل ڪن ٿا.

اهو ئي وقت هوندو آهي تہ اسان ملڪي سطح تي پنهنجي معاشي ۽ سياسي ترقيءَ لاءِ منصوبابندي ڪيون.

آفريڪا جي لاءِ بنيادي طور ضروري آهي تہ آفريڪا جي تهذيب ۽ نظريي کي اجاگر ڪرڻ ۽ ان سان گڏ اهو بہ ضروري هوندو آهي تہ معاشي ۽ صنعتي ترقي کي بہ اڳتي وڌائي سگهجي. ان لاءِ ضروري هوندو آهي تہ قدرتي وسيلن جي وڌ ۾ وڌ استعمال ڪرڻ سان گڏ ماڻهن جي محنت کي بہ استعمال ڪيو وڃي تہ جيئن هڪ مستحڪم معاشي نظام جنهن ۾ سرمائي جي چٽاپيٽي يا شين جو هڪ ئي هنڌ بہ دفعا جڙڻ شامل نہ هجي. هن خيال مان اهو مقصد نہ آهي تہ ٻاهريون صنعتي ڪمپنيون ۽ ڪاٽين جا ادارا تباهہ ڪيا وڃن پر انهن کي آفريڪي ماڻهن جي مفادن لاءِ استعمال ڪيو وڃي.

”قومپرستي“ جي محدوديت انهن ملڪن ۾ ڏسي سگهجي ٿي، جيڪي سامراج سان وڙهي آزاد نہ ٿيا پر انهن وٽ اڳتي ڪوبہ پروگرام ڪونہ هو وري بہ سامراج جا ساٿاري بنجي ويا ان جو مثال لاطيني آمريڪا آهي. ان مان صرف مقصد هوندو آهي مالڪن جي تبديلي جيڪو مسئلن جو حقيقي حل نہ آهي.

آفريڪا جي متحد هجڻ سان هڪ آفريڪي قوم جو خاڪو نهي ٿو جيڪو ختم ٿي نہ ٿو سگهي.

## (2) متحد آفريڪا Pan Africanism

قومپرستيءَ جو محدود هجڻ اسان اڳي ئي بيان ڪري آيا آهيون جنهن جو اقرار ڪيترائي آزادي جا اڳواڻ ڪري چڪا آهن پر جڏهن اجا ماڻهو نظرياتي طور بالغ نہ ٿيا آهن ۽ هڪ ڊگهي جدوجهد لاءِ تيار نہ آهن ان وقت ٻئي ڪنهن نظريي ڏانهن ٽپو ڏئي نٿو سگهجي. ان وقت قومپرستي کي هرگز ڇڏڻ نہ گهرجي.

اسان جي جدوجهد جو خاڪو 1945ع ۾ انگلينڊ جي شهر مانچسٽر ۾ پنجين متحد آفريڪي ڪانگريس ۾ ظاهر ڪيو ويو هو. اتي قراردادون پاس ڪيون ويون هيون تہ اسان جي آزاديءَ جي تحريڪ جو مقصد هوندو قوم جي تعمير ڪرڻ ۽ تعمير ڪرڻ سان گڏ خوشحالي ۽ جمهوريت عوام لاءِ آڻڻ. آل آفريڪي جدوجهد بينڪيت ۽ سامراج جي خلاف. اتي جديد بينڪيت جو ڪوبہ حوالو نہ هو ڇو تہ جديد بينڪيت وڏي تعداد ۾ 1957ع کانپوءِ آفريڪا کان شروع ٿي پر متحد آفريڪي نظريو مانچسٽر ۾ 1945ع واري ڪانگريس ۽ آل آفريڪن پيپلز ڪانفرنس 1958ع ان خيال تي بيٺل هيون تہ ”سيني آفريڪي جن جو پورهيت يا نسل جي صورت ۾ استحصال ٿي رهيو آهي انهن جي ٻڏي“

آفريڪي ماڻهن جي ٻڏي گهري ٿي تہ:

(1) سامراجيت ۽ ٻاهرين قرلت ڪنهن بہ صورت ۾ هتي ختم ٿيڻ گهرجي.

(2) جديد بينڪيت کي سچاتو وجي ۽ ختم ڪيو وڃي.

(3) نئين آفريڪي قوم کي آفريڪي کنڊ اندر ترقي ونرائجي.

### (3) سوشلزم Socialism

آفريڪا جي ٻڌيءَ کانپوءِ سوشلزم ۽ آفريڪي سماج جي سوشلسٽ وصف اچي ٿي.

سوشلزم ۽ آفريڪا جي ٻڌي هڪ ٻئي لاءِ لازم ۽ ملزوم آهن.

سوشلزم اندر:

(1) پيداوار جا ذاتي ذريعا قومي ملڪيت ۾ ورتا ويندا آهن جو تہ پيداوار منافعي لاءِ نہ پر استعمال لاءِ هوندي آهي.

(2) پيداوار لاءِ رياست منصوبہ بندي ٿيل طريقا استعمال ڪندي آهي، جنهن جو دارومدار جديد صنعت ۽ زراعت تي هوندو آهي.

(3) سياسي طاقت حقيقي عوام جي هٿ ۾ هوندي آهي هتي سڀ پورهيت هوندا آهن ڪوبہ ڪنهن جو استحصال نہ ڪندو آهي.

(4) سائنسي طريقا سوچ ۽ پيداوار جي طريقن ۾ استعمال ڪيا ويندا آهن.

سوشلزم هڪ نئين ترقي يافتہ معاشري کي جنم ڏيندڙ آهي ۽ اهو ثابت ٿيندو آهي تہ معاشري ۾ ترقي سرمائيدار صنعتي معاشري کان بغير بہ حاصل ٿي سگهي ٿي.

سوشلزم هن وقت آفريڪا جي سيني سياسي ليڊرن لاءِ ضروري آهي. انهن مان گهڻا حقيقي سوشلسٽ پاليسيون نٿا جوڙن انهن مان گهڻا هي سوچون بہ رکن ٿا تہ اسان جي ڪنڊ لاءِ "آفريڪي سوشلزم" جي ضرورت آهي.

سچو سوشلزم اهو آهي جيڪو سائنٽيفڪ سوشلزم آهي، جنهن جا اصول بين الاقوامي آهن. ان کي حاصل ڪرڻ جو هڪ طريقو آهي تہ سوشلسٽ مقصدن واريون ۽ سوشلسٽ پاليسيون انهيءَ ملڪ جي مخصوص حالتن تحت ٺاهيون وڃن ۽ سوشلزم جي لاءِ هڪ مقرر تاريخي وقت اندر جدوجهد ڪجي.

آفريڪا جا سوشلسٽ ملڪ پنهنجي پاليسين ۾ هڪٻئي کان مختلف ٿي سگهن ٿا. جو تہ سوشلزم کي حاصل ڪرڻ لاءِ مختلف رستا آهن پر اهو رستو چونڊيو وڃي جيڪو حالتن مطابق صحيح هجي. انهيءَ جو تعين سوچ سمجهہ کان پوءِ ڪرڻ گهرجي. ان جي وضاحت سائنسي هجڻ گهرجي.

سوشلزم جي ذريعي ئي اسين پنهنجو سرمايو ترقي ۽ ملڪ جي عام ڀلائي لاءِ استعمال ڪري سگهون ٿا. اهڙي طرح سان آزاد ۽ متحد آفريڪا جو مقصد حاصل ٿيندو.

## آزاديءَ جي جدوجهد جي موجوده حالت

The Present Stage of The Liberation Struggle

اسان جي آزاديءَ جي جدوجهد جي لاءِ هيٺين ٽن ڳالهين جي اهميت آهي.

(1) حقيقي آزاد آفريڪي ملڪ جيڪو بينڪي سرشتي کان آزاد هجي ان کي ٻين آفريڪي ملڪن جي آزادي لاءِ جدوجهد ڪرڻ گهرجي.

(2) اسان جو نئون آزاد ملڪ شروع ۾ سامراج تي ڪو خاص اثر نہ ڇڏيندو.

(3) سامراج کان اسان جي مڪمل آزادي ٻين لفظن ۾ هيئن سمجهي سگهجي ٿو تہ قومي تعمير ۾ عوام جو هڪ جيترو حصو نہ هوندو آهي. جيسيتائين اسان سامراج جي بينڪيت يا جديد بينڪيت واري روپ کي ختم نہ ٿا ڪيون.

متحد آفريڪا جي لاءِ يونين حڪومت جو هجڻ ضروري آهي.

انهن مٿين ڳالهين کي هيٺئين طريقي سان عمل ۾ آڻي سگهجي ٿو.

(1) آفريڪا ۾ جيڪي سامراج مخالف جدوجهدون آهن. انهن کي هڪ بنيادي فارمولي تحت متحد ڪيو وڃي.

(2) ماڻهن جي عمل لاءِ ملڪ ۾ عملي خاڪو جوڙيو وڃي.

(3) مختلف دورن ۾ آفريڪا جي سياسي سجاڳيءَ کي سمجهيو وڃي.

## تحريڪ دوران جيڪو تجربو حاصل ٿئي ٿو انهيءَ کي استعمال ۾ آڻجي

Accumulated Experience of the African Peoples Unity Movement

جڏهن اسان کي پنهنجن مقصدن جي چڱي طرح خبر هوندي پوءِ ئي اسين انهن جي روشنيءَ ۾ آفريڪا جي سياسي سجاڳيءَ جو تنقيدي جائزو وٺي سگهون ٿا. اهو صرف ماضيءَ جي تجربي مان حاصل ڪري سگهجي ٿو ۽ انهي کانپوءِ ئي اسان پنهنجي تحريڪ ۾ گهربل تبديليون ۽ مستقبل لاءِ صحيح حڪمت عملي جوڙي سگهون ٿا.

1957ع ۾ گهانا جي آزاد ٿيڻ کانپوءِ تمام جلدي تبديليون ٿيون، جنهن آفريڪي ماڻهن جي تحريڪ کي وڌيڪ ويجهو آندو اهي مکيہ واقعا هي آهن.

(1) اپريل 1958ع ۾ ايڪرا ACRA ۾ پهرئين آفريڪي آزاد رياستن جي ڪانفرنس تي انهيءَ وقت اٺ رياستون آزاد هيون اهي هي آهن. ايٿوپيا، گهانا، لبريا، موراڪو سوڊان، تنزيا ۽ مصر.

ڪانفرنس جو مقصد هي هو:

(الف) هڪ جهڙن سوالن تي گڏيل بحث ڪرڻ

(ب) گڏيل رستا ڳولڻ جنهن جي ذريعي آزادي برقرار رکي سگهجي.

(ت) آزاد رياستن جي وچ ۾ معاشي ۽ سياسي تعلقات مضبوط ڪرڻ.

(ث) جيڪي آفريڪي رياستون اجا بيتڪيت جو شڪار آهن انهن جي آزادي جو رستو ڳولڻ.

آفريڪي اڳواڻ جيڪي اتي شريڪ ٿيا اهي سڀ سامراج مخالف هئا ۽ انهن سياسي طور تعاون ڪرڻ لاءِ UNO سطح تائين راضي ٿيا. 1958ع ۾ متحد آفريڪا جو نظريو آفريڪا کنڊ ڏانهن آيو جيڪو حقيقي طور ان لاءِ ٿي هو.

(2) ڊسمبر 1958ع ۾ آڪرا ACCRA ۾ آل آفريڪن پيپلس ڪانفرنس ٿي جنهن ۾ 62 آفريڪي قوم پرست تنظيمن جي نمائندن شرڪت ڪئي، جنهن ۾ هنن آزاديءَ جي تحريڪ جي مختلف رخن تي ڳالهايو گڏيل آفريڪي سياسي تحريڪ کي منظم ڪرڻ جو خيال ان ڪانپوءِ شروع ٿيو.

(3) ٽين آل آفريڪن پيپلس ڪانفرنس مارچ 1961ع ۾ ڪئرو CAIRO ۾ ٿي. ان ڪانفرنس جو سچو مقصد اهو هو تہ آفريڪا ۾ جديد بيتڪيت خلاف آفريڪي انقلابي جدوجهد ڪيئن شروع ڪجي.

انهيءَ ۾ اهو طئہ ٿيو تہ سامراج مخالف جدوجهد ۽ آزاد رياستن جي حڪومتن کي سامراج خلاف استعمال ڪجي. سامراج ان ڪانپوءِ هيٺئين طريقي سان حڪمت عملي جوڙي.

(الف) سياسي دٻاءُ جي ذريعي ۽ (ب) ڪجھہ رياستن کي ڪوڪلي آزادي ڏيڻ.

انهي ڪانپوءِ سينڪوائلي Sanniquellie ڪانفرنس لبريا ۾ جولاءِ 1959ع ۾ ٿي. جنهن ۾ آفريڪا جي متحد هجڻ واري سوال تي بحث ڪيو ويو. هڪ گروپ جو خيال هو تہ "سياسي طور سيئي تحريڪون جيڪي آفريڪا ۾ ڪم ڪري رهيون آهن متحد ڪيون وڃن." ٻئي گروپ جو خيال هو تہ "هر رياست پنهنجو بچاءُ پاڻ ڪري."

ٻيو خيال سامراجين جي مقصدن کي ڪالونيءَ جي تبديل ٿيندڙ حالتن ۾ وڏيڪ ويجهو هو. الجيريا ۾ FLN هٿياربند جدوجهد کي طاقت جي ذريعي دٻايو ويو تہ جيئن اهڙي ٻي انقلابي سجاڳي نہ اڀري سگهي

1959ع ۽ 1960ع جي وچ ۾ تيرهن آزاد رياستون متحد ٿيون جن مان يارنهن فرانس جون ڪالونيون هيون. جيڪڏهن انهن حالتن جي ويجهو چنڊ چاڙ ڪئي وڃي تہ تيرهن رياستون جيڪي آزاد ٿيون انهن ۾ جديد بينڪيت جا لاڙا موجود هئا.

## ڪوڪلي آزادي ۽ متحد تحريڪ

Shame Independence & Unity Movement

سامراج آفريڪي رياستن کي ڪوڪلي آزادي ڏيڻ لاءِ تيار ... تہ جيئن انهن کي هو پنهنجي فائدي ۾ استعمال ڪري سگهي ۽ هو حقيقي آزادي جي تحريڪ تائين پهچي نہ سگهن.

اهو عجب ۾ وجهندڙ هو تہ آزاد آفريڪي رياستن جي ڪانفرنس جيڪا 1960ع ۾ اديس بابا ۾ ٿي ان ۾ بہ الڳ الڳ متحد هجڻ واري سوال تي بحث ڪيو ويو. جيڪو سينڪوائلي ڪانفرنس ۾ ڪيو ويو هو. هن ڪانفرنس ۾ اهو طئہ ٿيو تہ :

(1) سياسي طور مڪمل گڏ هجڻ بجاءِ هر هڪ پنهنجي حالتن مطابق تعار ... واري پاليسي آفريڪا جي رياستن اندر جوڙي وڃي، علائقائي گروپ رياستن جي وچ ۾ جوڙيا وڃن.

(2) 1958ع ۾ ائڪرا ACCRA واري ڪانفرنس ۾ رياتسن جي لاءِ گڏيل پرڏيهي پاليسي جوڙڻ طئہ ٿيو هو پر ان کي رد ڪري هر رياست ڌار پرڏيهي پاليسي جوڙي. انهي طريقي سان سامراج کي وڏيڪ موقعو مليو تہ هو مختلف رياستن لاءِ مختلف ذريعن ذريعي حڪمت عملي عمل ۾ آڻجي.

(3) اهو منظور ڪيو ويو تہ الجيريا جي آزادي جي تحريڪ لاءِ سياسي دٻاءُ فرانس تي وجهي انقلابي مدد ڪئي وڃي، ڪليل لفظن ۾ سياسي دٻاءُ مان مقصد سامراج جي ڪليل مخالفت نہ ڪرڻ هو.

ان ڪري 1960ع جي شروعات ۾ اهي آزاد رياستون هڪبئي کان پري ٿينديون ويون نتيجي ۾ ڪجھ رياستون سامراج کي ويجهو ٿي ويون.

معروضي طور جن رياستن ۾ حالتون مختلف هيون انهن ۾ سياسي خليج وڌندو رهيو.

سياسي حالتون جيڪي هيون سي هن ٻن اصطلاحن سان سمجهي سگهجن ٿيون. هڪ حقيقي آزادي ٻي ڪوڪلي آزادي.

(1) **حقيقي آزادي:** Genuine Independence

جيڪا ماڻهن جي سياسي جدوجهد يا هٿياربند آزادي جي جدوجهد ذريعي حاصل ڪجي.

(2) **ڪوڪلي آزادي:** Shame Independence

اها آزادي سامراج ماڻهن جي سياسي شعور کي اڳتي وڌڻ کان روڪڻ ۽ اصل مقصدن کان هٽائڻ خاطر ڏيندو آهي.

اهو اهم آهي ته سامراج جيڪي رياستون آزاد ڪيون آهن انهن کي مختلف ذريعن ذريعي پاڻ سان ڳنڍيو اچي ٿو ته اهو هن جو شعوري عمل هوندو آهي. نتيجي ۾ اهي رياستون آزاد نه پر جديد بينڪيتون هونديون آهن.

## آفريڪي ماڻهن جون جنگيون ۽ سامراج جو اڳتي وڌڻ

African Peoples Warns & Imperlaist Escalation

سامراج مخالف جدوجهد کي بچائڻ ۽ آزاد انقلابي رياستن کي بچائڻ لاءِ قدم کڻڻ گهرجي جيئن انهن جي انقلابي جذبي کي تيز ڪري سگهجي.

1960ع کان آفريڪي ماڻهن جي آفريڪي رياستن اندر ڪٿي گهٽ ڪٿي وڌ جدوجهد بالغ ٿي رهي هئي. انهيءَ جدوجهد کي منهن ڏيڻ لاءِ سامراج ڪليل ۽ ظاهري طور رد عمل ۾ آيو. ٻئي الجيريائي Alueian ۽ ڪانگولس Congolese جون جنگيون ماڻهن جي انهيءَ سوچ جو نتيجو آهن ته اسان ڪنهن به حالت ۾ ڪنهن به قيمت تي پاڻ کي آزاد ڪرائينداسين. الجيريائي ۽ ڪانگولس جي جدوجهد ۾ هي فرق آهي ته هڪ جي جدوجهد ڪالوني جي خلاف ۽ ٻئي جي جديد بينڪيت خلاف هئي پر پوءِ به اهي ٻه آفريڪي ڪنڌ سامراج لاءِ ڏکيون ڳالهيون هيون.

عملي طور آزاديءَ جي تحريڪن ۾ وقت ۽ مڪان خاص اهم نه آهن. ڪانگولس، اينگولس ۽ رديشيا جون تحريڪون ٻين جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ شديد آهن. انهن کي جاڻڻ لاءِ پهرين ڳالهه آهي، سامراج جي مخالف چالن جي ذريعي اڳتي وڌڻ کي سمجهڻ، ٻيو ماڻهن جون تنظيمون ڪيتري حد تائين شعوري آهن.

سامراج جو الجيرين ۽ ڪانگوليس آزادي تحريڪن کي دٻائڻ جي نتيجي ۾ 1961ع ۾ ڪيسا بلانڪا ڪانفرنس ٿي، جنهن ۾ Gpra کي گهرايو ويو. ڪيسا بلانڪا Casablanca نالي ۾ (گهانا، گينيا، مالي، لبيا، مصر ۽ موراڪوا چي وچن ٿا) جنهن ۾ الجيريا جي FLN تحريڪ کي آزاد رياستن مدد ڪئي تہ هو سامراج مخالف جدوجهد کي تيز ڪري ان ڪان اڳتي آفريڪي ملڪن کي متحد ٿيڻ جي اپيل پڻ ڪئي وڃي تہ آفريڪي رياستون متحد ٿين يا پنهنجو پاڻ کي سامراج ڏانهن وڪڻن ۽ ڪالوني واري استحصالي طريقي جو شڪار بنجي پنهنجي قومي حيثيت وڃائي ويهن.

ان ڪان پوءِ ٻہ گروپ ٺهيا، جيڪي پاليسين ۾ هڪجهڙا هئا پر جوهر طور هڪٻئي ڪان مختلف هئا.

(1) پهريون گروپ مونوروويا Monorovia نالي سان سڃاتو وڃي ٿو. جيڪو مئي 1961ع ۾ مونوروويا ۾ گڏ هو. جنهن ۾ انگريزي ڳالهائيندڙ رياستون شامل آهن، انهن جون همدرديون بنيادي طور اينگلو آمريڪن Anglo Amrican ڏانهن هيون.

(2) ٻيو گروپ برازيل گروپ جي نالي سان آهي. جنهن ۾ فرينچ ٻولي ڳالهائيندڙ رياستون شامل آهن ۽ اهي فرانس سان ويجها هئا.

انهن ٻنهي گروپن پنهنجو رويو سامراج ڏانهن ٿڌو ۽ ڳالهہ ٻولهہ وارو رکيو. انهن پنهنجا خيال جنوري 1962ع واري اليگوس ڪانفرنس ۾ پيش ڪيا اهي انهي ڳالهہ تي راضي ٿيا تہ:

(الف) مڪمل ساورنٽي Sovereiunty ۽ قانوني حيثيت هر آفريڪي رياست جي تسليم ڪئي وڃي.

(ب) رضاڪارانہ طور هڪ رياست جي، ٻي رياست سان يونين هجي.

(ج) هڪٻئي جي اندرين معاملن ۾ مداخلت نہ ڪرڻ گهرجي.

(د) هڪ ملڪ جي سياسي پناهگيرن کي ٻي رياست پناهہ نہ ڏيندي.

اتر آفريڪا، ليگوس ڪانفرنس ۾ اهو چئي شريڪ نہ ٿي تہ الجيريا جي صوبائي حڪومت کي مدعو نہ ڪيو ويو آهي، ڪيسابلانڪا ۽ سوڊان بہ اهو ساڳيو سبب ڄاڻايو. سامراج پنهنجا مقصد آزاد رياستن جي وچ ۾ اختلافي گروپ پيدا ڪري سولي نموني حاصل ڪيا. ڪيسابلانڪا گروپ تي سامراج نظر رکڻ شروع ڪئي جيڪو اڳتي هلي پرو فرينچ ۽ پرو برطانيا گروپن ۾ ورهائجي چڪو هو.

# متحد آفريڪي تنظيم

Organization of African Unity (OAU)

1963ع ۾ اديس ابابا ۾ جڏهن سڀ بلاڪ ۽ گروپ گڏ ٿيا هئا ۽ انهن هٿياربند جدوجهد ذريعي گهڻو ڪجهه حاصل ڪيو هو ان وقت اهو سمجهيو ويو تہ ڪڏهن ڪڏهن سامراج نواز ٽولن جي ختم ٿيڻ سان سامراج جا مقصد ختم نہ ٿيندا آهن.

هن وقت جيڪڏهن اسين OAU کي جاچينداسين تہ هن وقت ان جي حالت ڪمزور آهي، ڇو تہ اها تنظيم ڪانگو ۽ روڊيشيا جا مسئلا حل ڪري نہ سگهي. ڪانگو ۾ جديد بينڪيت آهي ۽ روڊيشيا ۾ اقليت جي حڪومت قائم آهي، جيڪا سيٽلر گورنمينٽ Settler Gov جي نالي سان سڃاتي وڃي ٿي، حقيقت ۾ OAU تنظيم هن وقت خطرناڪ صورتحال ۾ آهي، ڇو تہ انهن (ان ۾ شامل رياستن) جا مفاد هڪٻئي سان ٽڪرائيندڙ آهن. انهي ڳالهہ آفريڪا ۾ ترقي پسند طاقتن کي نقصان پهچايو ڇو تہ انهي تنظيم گهڻو زور ڳالهہ ٻولهہ تي رکيو. گفتگو جيڪا بند دروازن ۾ ڳجهن سياسي معاهدن تحت ڪيون وينديون آهن ۽ اهي ڪڏهن بہ ماڻهن جي اڳيان ظاهر ڪيون نہ وينديون آهن. سي عوام جي حق ۾ نہ هونديون آهن.

OAU جي ڪانفرنس جيڪا 1965ع ۾ ايڪرا ۾ ٿي تنهن ۾ چئن مسئلن تي بحث ڪيو ويو.

(1) روڊيشيا ۾ مسئلا
(2) ڪانگو ۾ جدوجهد
(3) آفريڪي سياسي قيدين سان برتاءُ
(4) ڏکڻ اولهہ آفريڪا جو مسئلو

پهرين ڳالهہ آفريڪي اڳواڻ ائن سمجهي جي ويڙهہ واري طريقي کي صحيح نموني پرکي ۽ سمجهي نہ سگهيا. جنهن جي ڪري برطانيا سان بہ گفتگوءَ لاءِ ڪا سياسي حڪمت عملي نہ جوڙي سگهيا ۽ نہ ئي بين الاقوامي ليول تي ڪا راهہ هموار ڪري سگهيا.

اهي سياسي قيدين جي مسئلي کي حل ڪرڻ ۾ بہ ٻيهر ناڪام ويا. OAU صرف واپاري ڏي وٺ تائين محدود رهي.

آفريڪي رياستون جيڪي OAU ۾ هيون پنهنجي عوام لاءِ ڪجهہ نہ ڪري سگهيون. نتيجي ۾ جدوجهد ٻن مختلف لاڙن ۾ ورهائجي وئي.

هڪ گهٽين، دڪانن، گودامن ۽ فيڪٽرين ۾ پکڙجي ويئي ۽ پيو رخ ايئرڪنڊيشن گهرن ۽ آفيسن ۾ محدود ٿي ويو. انهي حالت ۾ سامراج ۽ جديد بينڪيت جا ايجنٽ اڳتي وڌڻ لڳا ۽ ترقي پسند رياستن وري OAU تي تمام گهٽو اعتماد ڪيو. سامراج نواز رياستن انقلابي رياستن کي OAU ۾ اڳيان آندو جيئن پاڻ سامراج جي سڌي مخالفت کان بچي وڃن ۽ ان سان گڏ پنهنجي مرضيءَ سان نيون تنظيمون ناهڻ لڳا جيئن Orginisation Conmune Africaine Et malgache (OCAM) ۽ ان سان گڏ فرينڪوفائن نالي سان آفريڪي بولي ڳالهائيندڙ رياستن کي گڏ ڪيو ويو نتيجي ۾ ترقي پسند رياستون هڪٻئي جي ويجهو اچي نه سگهيون ۽ اڪيلي طور سامراجيت جو شڪار ٿيون ۽ فوج ذريعي تخطي اونڌي ڏيڻ جي هڪ نئين لهر آفريڪا ۾ شروع ٿي وئي.

## سامراج جي جارح ٿيڻ جا ڪجهه اهم حصا

## Some Essential Features of the Enemy's Offensive

(1) **بيروني**: Externally

سامراج جو آفريڪا ۾ ڏاڍ جي ذريعي جارحيت ڪرڻ سان تشدد جي هڪ لهر اڀري جنهن جي ڪري سامراج پاڻ کي هڪ ڪري صورت ۾ رکي نه سگهيو ۽ مظلوم ماڻهن ۾ مضبوط انقلابي نظريو پختو ٿيڻ لڳو ۽ تجربي مان ڏٺو ويو آهي ته اهڙيون تحريڪون نه بگڙي سگهيون آهن نه تباهه ٿي سگهيون آهن. جيئن ويتنام ۾ آمريڪن گوڏا کوڙيا سينٽوڊومن گو Santodomingo ۽ ڪيوبا پڻ انهي جا مثال آهن. 1966ع ۾ ٽن کنڊن جا نمائندا جنهن ۾ آفريڪا، ايشيا ۽ لاطيني آمريڪا شامل هئا، هوانا ۾ گڏيا ۽ انهن آمريڪي سامراج خلاف قرارداد پاس ڪري مذمت ڪئي. انهي رد عمل ۾ آمريڪا مناسب بچاءُ جو قدم کنيو جنهن ۾ فوجي عمل به شامل هو چو ته آمريڪا جي اڳواڻي ۾ جيڪا ”آزاد دنيا“ هئي انهيءَ لاءِ انهن ٽن کنڊن جو متحد هجڻ خطرناڪ سمجهيو پئي ويو. انهي لاءِ ان وقت انهن آفريڪا ۾ ڪيترائي فوجي انقلاب آندا. اهو تمام ضروري هو ته ترقي پسند حڪومتون انهي خلاف ڪو گڏيل مؤقف اختيار ڪن. ان ۾ هو دنيا کي ويتنام ۾ آمريڪا جو ظلم، روڊيشيا ۽ ڪانگو ۾ سامراج جا روپ ۽ ان سان

گڏ نيٽو NATO جي پرتگال کي سندس بيٺڪي جنگين ۾ مدد ڪرڻ لاطيني آمريڪا ۽ ڪيريبين Caribbean ۾ سامراج جي مداخلت دنيا اڳيان بيان ڪرڻ ۾ ڪامياب ويون.

(2) **اندروني:** Internally

سرمائيدار ملڪ معاشي ۽ سماجي طور بدحاليءَ جو شڪار هوندا آهن. اتي شين جون قيمتون وڌنديون رهنديون آهن. مزدوريءَ جا اگهه هڪجهڙا نه هوندا آهن. روزهڙتالون ٿينديون رهنديون آهن.

اهڙي طرح سياسي ۽ سماجي حالتون خراب ٿينديون رهنديون آهن. خاص ڪري ٻئي درجي وارين سرمائيدار ملڪن ۾ اها حالت بدتر هوندي آهي. انهيءَ معاشي گهوٽالي کي منهن ڏيڻ لاءِ سامراج آفريڪا، ايشيا ۽ لاطيني آمريڪا جو گهڻو استحصال ڪندو آهي.

## پنهنجي مقصدن جي حوالي سان خود تنقيد جي ضرورت
## The Need For Self Article Objective Diagnosis

جيڪڏهن سامراج کي بيروني ۽ اندروني طور تمام گهڻا مسئلا آهن ته پوءِ هو آفريڪا ۾ جارحيت ڪيئن ٿو ڪري؟

انهيءَ سوال جي جواب لاءِ سڀ کان پهريون اهو ڏسڻو آهي ته ڪهڙيون ڳالهيون آهن. جيڪي آفريڪا تي جارحيت ڪرڻ جو سبب بنجن ٿيون ۽ ان سان گڏ آفريڪا جي ٻڌيءَ واري سوال کي به ويجهڙائي سان ڏسڻو آهي.

هن وقت آفريڪا ۾ متحد آفريڪي نظريي لاءِ ٽي متضاد خيال آهن:

(1) **گڏيل بچاءَ جو نظريو:** The Mutual Protection Theory

انهيءَ ۾ OAU هڪ قسم جي خاطري ڏني آهي ته اها ميمبر ملڪن ۽ سندن حڪومتن جي خلاف ڪنهن به قسم جي سياسي يا تختي اونڌي ڪرڻ جي صورت ۾ بچاءُ ڪندي ان ڪانپوءِ ڪيترن ليڊرن هن خيال کي رد ڪري سامراج ۽ سندس ايجنٽ جي قطارن ۾ شامل ٿيا. ان ڪانپوءِ ڪٺپتلي رياستن جو استحصال ڪيو ويو ۽ انهن کي ترقي پسند آفريڪي رياستن خلاف استعمال ڪيو ويو.

(2) **عملي نظريو:** The Functional Conception

آفريڪي ٻڌي خالص معاشي تعاون تي ٻڌل هجي. انهي خيال رکندڙن انهي مکيه حقيقت کي به ذهن ۾ رکيو ته آفريڪا جون علائقائي معاشي تنظيمون ساڳي طرح ڪمزور رهنديون ۽ جديد بينڪيت واري حالت ۾ دٻاءَ هيٺ رهنديون جيسيتائين انهن ۾ سياسي جاڳرتا جي کوٽ آهي.

سياسي ٻڌي کانسواءِ آفريڪي رياستون پنهنجو پاڻ کي مڪمل هڪ معاشي طريقي ۾ شامل ڪري نٿيون سگهن اهو ئي هڪ گڏيل پيداواري طريقو آهي جيڪو اسان کي لائق ٿو بنائي ته اسان پنهنجي عظيم پيداواري ذريعن کي ترقي وٺرائي مڪمل طور آفريڪي ماڻهن جي ڀلائي لاءِ استعمال ڪيون.

سياسي ٻڌي جي نه هجڻ سان آفريڪي معاشي ادارا پرڏيهي طاقت وارن ڪمرشل ادارن جي رحم و ڪرم تي هوندا ۽ دير يا سوير اهي پرڏيهي ادارا انهن آفريڪي ادارن کي آفريڪا جو استحصال جاري رکڻ لاءِ استعمال ڪندا.

(3) **سياسي يونين جو نظريو:** The Political Union Conception

معاشي ترقي، يونين گورنمينٽ جي حوالي سان به ماڻي سگهجي ٿي، يونين وٽ مکيه ڪاتا جنهن ۾ دفاع ۽ پرڏيهي پاليسي هجي ۽ ٻيا حڪومتي ڪم گروپ رياستون جيڪي فيڊريشن تحت هڪ مضبوط مرڪزي سياسي تنظيم سان لاڳاپيل هونديون انهن وٽ هجن. ظاهري طور اها هڪ مضبوط آفريڪي صورت آهي، جيڪا سامراج جي خلاف جدوجهد ۾ استعمال ڪرڻ گهرجي.

ايماندار نموني سان OAU جي ماضيءَ جو عمل ۽ حاصلات جي تنقيد ڪرڻ سان ظاهر ٿئي ٿو ته هن وقت جيڪا OAU جي صورت حال آهي. اها آفريڪا جي سياسي يڪسانيت کي Political Unification of Africa حاصل ڪري نه سگهندي. ظاهر آهي ته سامراج Political Union سياسي نظريي جي خلاف آهي، ان لاءِ هو OAU کي ٽوڙڻ جي ڪوشش ڪندو ۽ انهي مان سندس مقصد آهي آفريڪا اندر وڌندڙ انقلابي اوسر کي اسرڻ نه ڏجي ان لاءِ هو بينڪيت وارن علائقن ۾ ڏکڻ آفريڪا ۾ آزادي جي مجاهدن کي دل شڪسته ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو ۽ جديد بينڪيت وارن علائقن ۾ آزادي لاءِ وڙهندڙن ۾ مونجهه ۽ مايوسي ڦهلائيندو

متحد آفريڪا ۽ سوشلزم لاءِ جدوجهد دوران پنهنجي اندر دشمنن کي سڃاڻڻ گهرجي، جيڪي پنهنجون همدرديون انقلاب سان رکندا آهن ۽ ساڳي وقت ڳجهي نموني سامراج ۽ جديد بينڪيت جي مفادن لاءِ پڻ ڪم ڪندا آهن. اسان جي تاريخ جي تازن واقعن کي جانچڻ کان پوءِ ۽ اسان جي موجوده حالت ڏسڻ لاءِ انهي ڳالهه کي روڪڻ لاءِ نئين حڪمت عملي جوڙجي ۽ اها آفريڪي ڪنڊ لاءِ هجي. اسان پنهنجي طاقت گڏ ڪري پنهنجن مقصدن لاءِ فيصلا ڪن هٿياربند جدوجهد هلايون يا هن وقت سامراج جي ڪليل جارحيت جو هڪ هڪ تي شڪار تي وڃون.

كتاب ٻيو Book Two

# حڪمت عملي گر ۽ اتڪلون

# Strategy Tacts and Techniques

## پيش لفظ Preface

انقلابي جنگ هڪ منطقي سياسي، معاشي ۽ سماجي حالت جا آفريڪا ۾ آهي ان جو اڻ ٽر جواب آهي اسان تاريخ جي ضرورت واري جدوجهد ڪري رهيا آهيون.

سڄي دنيا ۾ سامراج جي جارحيت مسئلن کي ظاهر ڪري رهي آهي ۽ استحصال کي هاڻي وڌيڪ لڪائي نٿو سگهجي. آفريڪا جي ماڻهن جي نفرت سامراج جي خلاف تمام گهڻي گڏ ٿي چڪي آهي پر صرف هڪ عوامي ۽ منظم قوت ئي انهي نفرت کي عملي جامو پهرائي سگهي ٿي.

وقت گذري رهيو آهي اسان کي عمل هاڻي ئي ڪرڻ گهرجي ڇو ته آزادي جا مجاهد آفريڪا جي ڪيترن ئي حصن ۾ وڙهي رهيا آهن، ايئن نه ٿئي جو هو آفريڪي کنڊ ۾ هڪ گڏيل هٿياربند جدوجهد هڪ دشمن خلاف واري نظريي کي رد ڪري ويهن، ان ڪري گڏيل ۽ آفريڪي کنڊ ليول تي سيني آزادي جي تنظيمن کي متحد ڪجي.

اسان کي حڪمت عملي گر ۽ تجربو هڪ ٻئي ۾ ورهائڻ گهرجي. سهڪار ۾ ضرورت آهي، تنظيم جي ۽ تنظيم ان وقت اثرانداز ٿي سگهي ٿي، جڏهن هر وڙهندڙ يونٽ انهي آرگنائيزيشن جي ضابطي تحت هجي. حملا مختلف طريقن سان صلاح مصلحت سان منصوبا بنديءَ سان ٿيڻ گهرجن. جيڪڏهن هڪ علائقي ۾ نقصان پوي ته ان جو پورائو ٻئي علائقي سان ڪيو وڃي. جيسيتائين آزادي جي تحريڪ پنهنجي آخري فتح جي منزل تائين نه ٿي پهچي ۽ سڄو آفريڪا آزاديءَ لاءِ متحد نه ٿو ٿئي.

هڪ کنڊ واريءَ قوم طور اسين نوجوان ۽ مضبوط آهيون ۽ پنهنجي مضبوط پلاننگ جدوجهد ۽ طاقت ذريعي پنهنجي فتح ماڻينداسين.

آفريڪا هڪ آهي ۽ هي جنگ به آفريڪي ليول تي وڙهي ۽ فتح ڪئي وڃي.

باب پهريون

# انقلابي جنگ لاءِ تنظيم

# Organization for revolutionary warfare

## (الف) فوجي هڪ ڪرائي

MILITARY BALANCE

اسان جي جدوجهد جو ڦهلاءُ سڄي آفريڪي کنڊ ۾ آهي. سامراج پنهنجي ڪالوني دوران جيڪي ننڍيون رياستون پيدا ڪيون هيون ۽ جديد بينڪيت دوران جيڪي ڪٺپتلي حڪومتون سندس مفادن لاءِ ڪم ڪنديون هيون سي اسان جي جدوجهد کان سڙنديون ۽ مخالفتون ڪنديون.

هن وقت آفريڪي قوم ڪيترن ئي مختلف رياستن ۾ ورهايل آهي پر سولي ۽ صحيح نموني سان اها ٻن حصن ۾ آهي هڪ اسان جو دشمن ۽ ٻيو اسان.

اسان کي پنهنجي جدوجهد جي حڪمت عملي کي منصوبہ بندي تحت آفريڪي کنڊ ليول تي ٽن حصن ۾ ورهائڻ گهرجي جتي مختلف عوامي تنظيمون شعور جي مختلف ليول تي آهن ۽ اهي علائقا جتي عوام دشمنن تي فتح حاصل ڪئي آهي.

جنگي حڪمت عملي کي انقلابي جنگ دوران ٽن حصن ۾ ورهائي سگهجي ٿو.

(1) دشمن کان آزاد ڪيل علائقا

(2) دشمن جي ڪنٽرول ۾ علائقا

(3) اهي علائقا جنهن ۾ دشمن ۽ انقلابين جي وچ ۾ جنگ جاري آهي.

(Hot Point)

(1) **آزاد ڪيل علائقا**: Liberated Areas

هي علائقا هڪي ٻئي ڪان ٿوري گهڻي مختلف جدوجهد جي ذريعي حاصل ڪيا ويندا آهن. انهن علائقن جي گڏيل طور وضاحت هيٺين طريقي سان ڪري سگهجي ٿي.

(الف) انهن علائقن ۾ آزادي هٿياربند جدوجهد جي ذريعي يا عوامي تحريڪ جي ذريعي سامراج مخالف اڳواڻن ۽ منظم پارٽي ذريعي حاصل ڪئي ويندي آهي.

(ب) ڪٺپتلي حڪومت تي عوامي تحريڪن جي ذريعي قبضو ڪيو ويندو آهي جيئن (زينزيار) ڪانگو برازيل ۽ مصر ۾ ٿيو.

(ج)سياسي آزادي ماڻڻ کانپوءِ سماجي ترقي ڪرائي ويندي آهي.

(i) معاشي ترقي کي تيز ڪيو ويندو آهي.

(ii) ڪم ڪرڻ وارين حالتن Working Condition کي سڌاريو ويندو آهي.

(iii) پرڏيهي مدد ۽ معاشيات تي دارومدار نہ رکيو ويندو آهي.

انهي مان ظاهر ٿئي ٿو تہ آزاد علائقي کي هڪ حقيقي سامراج مخالف پارٽي ئي منظم ڪري سگهي ٿي جنهن جو مقصد هجي:

(الف) بينڪيت ختم ڪرڻ"

(ب) سوشلزم جي ٿيوري ۽ عمل آفريڪي سماج ۽ مقامي حالتن مطابق سيکارڻ.

عوامي سوشلسٽ پارٽيون ان لاءِ هڪ ضروري قدم کڻنديون آهن. جنهن ۾ هڪ متحد گهڻ پارٽي محاذ هوندو آهي، جيڪو آزادي لاءِ نظرياتي طور هڪ پارٽي طور وڌهندو آهي.

حقيقي آزاد علائقي ۾ اهو ڏسي سگهجي ٿو تہ:

(1) سياسي فيصلو بحث مباحثي، صلاح مصلحت پارٽي اندر ڪرڻ کانپوءِ ڪيو ويندو آهي.

(2) نظرياتي عمل پارٽي لائين جي ذريعي ڪيو ويندو آهي.

(3) اصلي ترقي لاءِ پارٽي منصوبہ بندي ڪندي آهي جيڪي منصوبہ ملڪي ليول تي هوندا آهن ۽ انهن جي وري وري چنڊ چاڻ ڪئي ويندي آهي.

(4) پارٽي جي ميمبرن اندر حقيقي سياسي جاڳرتا پيدا ڪئي ويندي آهي، انقلاب ۾ سياسي جاڳرتا لاءِ لازمي هوندو آهي تہ پارٽي کي نئين سر منظم ڪري اصلي لائين تي آندو وڃي.

ڪوبہ علائقو حقيقي آزاد نٿو چئي سگھجي.

جيڪڏهن پارٽي جو اڳواڻ قومي آزادي ڪانپوءِ هيٺين ڳالهيون نٿو ڪري سگھي:

(الف) انقلابي آزادي جون تحريڪون جيڪي آفريڪي علائقن ۾ وڙهي رهيون آهن. انهن جي مدد ڪرڻ.

(ب) جديد بينڪيت اندر عوامي طاقتن کي تنظيمي ۽ انقلابي مدد ڪرڻ، مثال انهن علائقن کي جيڪي دشمن جي ڪنٽرول ۾ آهن يا دشمن سان وڙهي رهيا آهن.

(ج) سياسي ۽ معاشي اثر انهي رياست جا، ٻين آزاد آفريڪي رياستن تي ڪهڙا ٿا پون.

انهي ڪانپوءِ انقلابي تحريڪون ۽ آزاد علائقا هڪ ٻئي سان سهڪار ڪن. اهي ترقي پسند پارٽيون جيڪي اقتدار ۾ آهن اهي تجربي، صلاح ۽ خيال جي مدد انهن پارٽين کي ڪنديون رهن جيڪي دشمن سان وڙهي رهيون آهن.

هر آزاد علائقو انهي ڳالھہ لاءِ آماده هجي تہ هو پنهنجي ڌرتي انقلابي تحريڪن کي اڏن طور استعمال ڪرڻ لاءِ ڏئي تہ جيئن اهي ڪميونيڪيشن، اسپتالن، اسڪولن ۽ فيڪٽرين مان فائدو وٺي سگھن.

اهو ذهن نشين هئڻ گهرجي تہ آزاد علائقي تي ڪيترن ئي طريقن سان دشمن حملو ۽ جارحيت ڪندو ان لاءِ آزادي جي تحريڪ ۾ آزاد ٿيل علائقي جو فرض آهي:

(1) دشمن جي جارحيت جي جديد چنبڙ چاڙ ڪن.

(2) ڪو دشمن جي قبضي ۾ اچي وڃي تہ انهي کي وري حاصل ڪرڻ لاءِ جدوجهد ڪن ۽ اهڙيون ڳالهيون پيدا ڪن جو دشمن کي عارضي فتح حاصل ٿي سگھي. حقيقت ۾ آفريڪا جا آزاد ٿيل علائقا ايترا مضبوط نہ آهن جو انهن مان گهڻو فائدو حاصل ڪري سگھجي، مثال طور ڪن علائقن ۾ انقلابي جاڳرتا تہ تمام گهڻي آهي پر معاشي ترقي اڃا نہ ٿي آهي انهن کي

جانچڻ جو اهو ئي طريقو آهي تہ ڪهڙي طرف هو وڃي رهيا آهن. ڇاڪاڻ تہ اسان جي جدوجهد هڪ هنڌ بيٺل نہ پر اڳتي وڌندڙ آهي.

## (2) دشمن جي ڪنٽرول ۾ علائقا:

Zones Under Enemy Control

سامراج انهن علائقن کي هيٺين طريقن سان ڪنٽرول ڪندا آهن.

(الف) انتظاميا جي ذريعي جنهن ۾ پرڏيهي ماڻهو هوندا آهن انهي علائقي جي خاصيت بيروني هوندي آهي.

(ب) ڪٺپتلي حڪومت جي ذريعي جنهن ۾ علائقائي ايجنٽ شامل هوندا آهن. انهي علائقي جي خاصيت اندروني ۽ بيروني هوندي آهي.

(ج) Settler آبادڪار. هن علائقي ۾ آبادڪار گهٽائي تي حڪومت ڪندا آهن. هتي اهو ئي منطق هلندو آهي جيڪو ڏاڍو سو گابو. قابض نسل پرست گروپ هميشہ حڪومت ڪندڙ آهي. آبادڪار Settler هڪ ماڻهو هڪ ووٽ ۾ اڪثريت جي اصول کي رد ڪندا آهن ۽ اقليتي حڪومت قائم ڪندا آهن اهي خطرناڪ قسم جا ڇڙواڳ هوندا آهن، انهن کي هميشہ لاءِ ختم ڪري ڇڏجي. اهو علائقو دشمن جي ماتحت هوندو آهي؛ جتي اڪثريت جي خلاف حڪومت ڪئي ويندي آهي. اهڙا علائقا معاشي فوجي ۽ سياسي طور گڏ هوندا آهن، انهي علائقي ۾ دشمن جون فوجي ڪئمپون، هوائي اڏا، سامونڊي بندر، نشرياتي ادارا، پرڏيهي بينڪون، انشورنس فرمون، صنعتي ۽ واپاري ڪمپنين جا هيڊ ڪوارٽر هوندا آهن ٻين لفظن ۾ اهي علائقا سامراج جي شهہ رڳ هوندا آهن. ظاهري طور جديد بينڪيت ۾ نو آزاد گورنمينٽ جي ڪردار جي پرک اها هوندي آهي تہ اهي آزادي جي تحريڪن کي پنهنجون آفسون کولڻ پنهنجي ملڪ مان فوجي جٿا ۽ فوجي ساز و سامان محاذ تي پهچائڻ نہ ڏيندا آهن.

دشمن جي قبضي ۾ جيڪي علائقا هوندا آهن انهن جي طاقت جو اندازو هيٺين ڳالهين مان لڳائي سگهجي ٿو.

(i) رد عمل ۾ نهيل تنظيم جي طاقت

(ii) سامراج آزادي جي تحريڪ کي ختم ڪرڻ لاءِ ڪهڙن قسمن ۽ طريقن جو استعمال ڪري ٿو.

(iii) عوام جو استحصال ڪهڙي طريقي سان ڪيو وڃي ٿو.
(iv) ڪيتري فوجي طاقت دشمن جي ڪنٽرول واري علائقي ۾ حڪومت کي حاصل آهي.
(v) ڪهڙا سامراجي مفاد سامراج کي پنهنجي علائقي وڌائڻ ۾ پاڙيسري رياستن مان حاصل ٿي سگهن ٿا. (مثال طور حڪمت عملي لاءِ مکيہ ڪمرشل ۽ صنعتي ڪامپليڪس وغيره)
(vi) سامراجي فائدا جيڪي سامراج انهي علائقي جي حوالي سان حڪمت عمليون جوڙي حاصل ڪري سگهي ٿو اهي مقصد گهڻو ڪري سياسي هوندا آهن.

جيسيتائين اسان جي جدوجهد جو تعلق آهي اسان جو گهڻو زور دشمن جي ڪنٽرول ۾ علائقن اندر ورڪر ۽ عوام ۾ انقلابي جاڳرتا تي ڏنو ويندو.

ماڻهن جي سياسي پختائي يا اڻ پختائي هڪ مکيہ فرق دشمن جي ڪنٽرول ۾ آيل علائقي انهي علائقي ۾ جتي دشمن سان ويڙهہ جاري آهي پيدا ڪري ٿي.

دشمن جي علائقي ۾ سياسي جاڳرتا جو اظهار ملڪي ليول تي بائيڪاٽ هڙتال جي ذريعي ظاهر ڪيو ويندو آهي.

## (3) اهي علائقا جنهن ۾ دشمن ۽ انقلابين جي وچ ۾ جنگ جاري هوندي آهي۔ Contested Zones

اهي علائقا جيڪي دشمن جي ڪنٽرول ۾ هوندا آهن اتي ڪنهن بہ وقت جنگ ڇڙي سگهي ٿي. جيڪڏهن انقلابي طاقتون هٿياربند جدوجهد تائين پهتيون آهن، انقلابي تنظيم تمام مٿانهين سطح تي پهچي چڪي آهي تہ ڪن حالتن ۾ هڪ چٽنگ ئي تحريڪن کي نئون رخ ڏئي سگهندي آهي. اهڙين حالتن ۾ ڪو ننڍو واقعو بہ تنظيمن کي تمام گهڻي وقت لاءِ انڊر گرائونڊ ڪري سگهندو آهي.

”ڪوڪلي آزادي“ وارا علائقا جتي ماڻهن جي سجاڳي دشمن کي چتو ڪري ڇڏيو هوندو آهي اتي ”هڪڙي چٽنگ ئي شعلي لاءِ ڪافي هوندي آهي“ اهي علائقا گهڻي وقت لاءِ دشمن جي قبضي ۾ نٿا رهي سگهن انهي حالت ۾ دشمن حڪمراني لاءِ گهڻو ڪري پوليس، سول بيورو ڪريسي ۽

فوجي دارومدار رکندو آهي. اتي انهن جو ڪنٽرول ايسيتائين جاري رهندو آهي جيسيتائين انهي کي للڪاريو نٿو وڃي. اهو ڏنو ويو آهي ته پوليس ۽ فوج آفريڪا ۾ هڪجهڙي نہ آهي ۽ اهو انقلابي جدوجهد لاءِ هڪ فائدو آهي. انقلابي جدوجهد شروعات ۾ مزدورن ۽ هارين تي دارومدار رکندي آهي پر ان لاءِ ٻيا مددگار عنصر بہ ڳوليا وڃن.

اهي علائقا جنهن ۾ انقلاب اچي سگهي ٿو انهن جا ماڻهو انقلابي قوتن سان جيڪي پرسان هونديون آهن گهري همدردي رکندا آهن ۽ گهڻو ڪري انهن کي چڱي مدد ڏيندا آهن.

اهي علائقا هي ٿي سگهن ٿا:

(1) پاڙيسري علائقي جي آزادي کي ٻئي علائقي لاءِ استعمال ڪرڻ لاءِ جيڪو معاشي طور وڏيڪ اهم ۽ سياسي طور وڏيڪ سجاڳ آهي (مثال طور جتي انقلابي پارٽي اڳ ۾ ئي حڪومت جي خلاف ڪم ڪري رهي آهي) يا اها حڪمت عملي تہ تنظيم ۽ هٿياربند ماڻهن جي ذريعي جيڪي حڪومت سان نہ آهن. حڪومت تي قبضو ڪري ڪٺپتلي حڪومت ۽ جديد بينڪيت جي ڪنٽرول ۾ جيڪي علائقا هوندا آهن ۽ اهي انقلابي آفر ڪندا آهن پر انهن جو تمام خبرداري سان مطالعو ڪري سگهجي مڪمل جانچ ڪانپوءِ خبر پوندي تہ ڪٺپتلي حڪومت هڪ مستحڪم گورنمينٽ نہ هوندي آهي. اها ڪنهن بہ وقت تبديل ٿي سگهي ٿي اهو پڻ ڏنو ويو آهي تہ ماڻهو گهڻو ڪري آزاد هوندا آهن پر انهن کي جاڳرتا نہ هوندي آهي ۽ نہ ئي ڪير انهن کي مقصد واري عمل لاءِ منظم ڪندو آهي تہ ڇا انهن جو حق آهي (جيئن سياسي طاقت ۽ معاشي دولت پنهنجي هٿ ۾ ڪرڻ)

اهي علائقا جيڪي دشمن جي ڪنٽرول ۾ آهن پر ماڻهن ۾ سٺو شعور آهي ۽ جتي جنگ جاري آهي، دشمن جي ان علائقي ۾ صرف چند حقيقي انقلابين جي ضرورت هوندي آهي، جيڪي ماڻهن جي شعور کي منظم ۽ عمل ڪرائي سگهن.

هتي آزاد علائقن کان وڏيڪ علائقا آهن جتي جنگ جاري آهي حقيقت ۾ سڄي آفريڪا هن وقت جنگي محاذ ۾ تبديل ٿي چڪي آهي.

جنگ واري علائقي ۾ نہ صرف انقلابي عمل ٿيندو آهي پر اتي عوامي پارٽي انڊر گرائونڊ رهي ڪٺپتلي حڪومت تي قبضو ڪرڻ لاءِ جدوجهد ڪندي آهي. هٿياربند جدوجهد ۽ انهي سول تاثيپ انقلابي عمل ۾ ڪو بنيادي فرق نہ آهي. اسان جي جدوجهد جا ڪيترائي طريقا آهن. جيڪي انهن علائقن جي مخصوص حالتن مطابق استعمال ڪري سگهجن ٿا. اهي قوتون جيڪي ويڙهہ وارن علائقن ۾ جدوجهد ڪنديون آهن اهي آزاديءَ جي انقلابي جدوجهد ۾ اڳين صفن ۾ هونديون آهن.

انهن کي مدد آزاد علائقن کان ملندي رهي جيسيتائين اهي پنهنجو مقصد حاصل نہ ٿيون ڪن انهي جدوجهد کي ايترو زور وٺائجي جيسيتائين هو سياسي طاقت حاصل ڪري سگهن.

سياسي پارٽي جيڪا ويڙهہ واري علائقي ۾ ڪم ڪري رهي آهي. انهي کي انقلابي تڏهن چئي سگهجي ٿو. جيڪڏهن:

(1) اها ماڻهن کي منظم ۽ ڪيڊرس (Caders) کي تربيت ڪرائي.

(2) انهي جو مکيہ ڪم ڪٺپتلي حڪومت يا بيٺڪي طاقت جو مڪمل خاتمو آهي ۽ ان جي جاءِ تي ماڻهن ۾ تنظيم ۽ تعليم ذريعي سياسي قوت پيدا ڪري

پويون مقصد صرف دشمن سان سڌي مخالفت واري پاليسي ذريعي حاصل ڪري سگهجي ٿو نہ ئي گفتگو ۽ ڏي وٺ جي ذريعي حاصل ڪري سگهجي ٿو. اهو ئي آفريڪا جي موجوده حالتن ۾ صحيح رستو آهي جيڪڏهن انقلاب جي مسئلي کي گهرائي سان ۽ ماڻهن جي نقطئہ نظر سان ڏٺو وڃي.

## جدوجهد کي ماٺو ڪندڙ جزا Retarding Factors

سامراج ڪجهہ ڳالهيون هٿ ڪري اسان جي آخري حد تائين پهتل سامراج مخالف عمل ۽ وسيع آفريڪي قوم اندر انقلاب کي ٽڏو ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو.

(1) اسان جي هٿياربند جدوجهد اندر ٿوري بہ قوت کي پنهنجي فائدي ۾ استعمال ڪندو.

(2) سياسي طريقي سان ڳالهين جي ذريعي مسئلا حل ڪرڻ ڪي زور ڏيندو.

(3) پارٽي ۾ ڪيڊرس اندر ٿوري وڇوٽي ڪي وڌائي پيش ڪندو.

(4) آزاد علائقن اندر قائم ڪيل پارٽين ڪي واضح پاليسي ناهڻ لاءِ بنا جواز دير ڪرائڻ. اجاين سجاين ترقي پسند خيالن اندر الجهائڻ ۾ قومي مسئلن جي چند چاڙ ڪري صحيح رستو اختيار ڪرڻ کان پاسو ڪرڻ ۾ انهي جي ڪري مونجهه بي همٿائي جو ماحول آفريڪي انقلابين لاءِ پيدا ٿيندو آهي ۽ جديد بينڪيت ۾ اقتدار لاءِ محلاتي سازش لاءِ ماحول سازگار ٿيندو آهي.

(5) آزاد علائقن ۾ ويڙهه وارن علائقن ۾ گهٽ يا وڌ شعوري طرح آزادي جي ليڊرن ۾ موقعي پرست سوچ پيدا ٿيندي آهي. جيڪا گهٽ نظرياتي پختگي جي نشاني آهي.

## اعليٰ ادارو High Command

سيني رڪاوٽن جي باوجود آفريڪا دير يا سوير آزاد ٿيندو پر اها تمام جلدي بہ ٿي سگهي ٿي جيڪڏهن اسين ماڻهن ۾ شعور جي واڌ آڻيون ۽ سڄي جنگ سامراج مخالف هجي ان لاءِ اسان کي هڪ آفريڪي کنڊ ليول تي اعليٰ ادارو قائم ڪرڻ گهرجي جيڪو انقلابي جنگ جي ۾ شروعاتي عمل جي حڪمت عملي جوڙي.

جيڪڏهن اسان اهو ڪرڻ ۾ ناڪام ٿا وڃون ۾ عوامي انقلاب جي اڳواٽي نتا ڪري سگهون تہ پوءِ سامراج ۾ جديد بينڪيت جو هڪ هڪ تي شڪار ٿي وينداسين.

"اصلاحات" جو وقت گذري چڪو آهي. اصلاحات دشمن کي خاموش ڪري نتا سگهن نہ ئي اهي اندروني طور جديد بينڪيت جي ايجنٽ. ڪٺپتلي حڪومت يا سرمائيدار ذهنيت جيڪا بينڪي دور ۾ پيدا ٿي هئي انهي کي ختم ڪري سگهن ٿا. اسان جي پارٽين ۾ علائقن اندر سامراج ڪئنسر جي صورت ۾ وڌي رهيو آهي. جيڪو ايئن پارليامينٽرين ۾ آفيسر شاهي کي "سياسي" تربيت اولهہ جي طريقي تحت ڏيڻ بورجوازي،

سرمائيدار حالت برقرار رکڻ لاءِ فوجي بغاوت ڪرڻ يا پنهنجا مقصد بدعنواني يا اقربا پروري ذريعي حاصل ڪندو آهي.

ماڻهن جي هٿياربند جدوجهد تمام مٿانهون سياسي عمل جديد بيئنڪيت واري حالت ۾ هڪ انقلابي Catalyst آهي.

پر امن سياسي عمل ذريعي آزادي حاصل ڪرڻ هن وقت بي معنيٰ ٿي چڪي آهي.

(الف) آفريڪي رياستن جي گهڻائي آزاد ٿي آهي پر اهي جديد بيئنڪيت ڏانهن وڌي تعداد ۾ وڌي رهيا آهن.

(ب) اسان جي تحريڪ آفريڪي کنڊ ۾ گهڻ طرفي ٿي وڌي رهي آهي.

پئسفڪ سياسي عمل، عام طور قومي آزادي جي لهر دوران مکيه طور سب سحرا آفريڪا Sub Saharan Africa ۾ ٿيو جتي آزادي هڪ بئي جي سهاري سان ورتي وئي ۽ ڪن هنڌن تي ڪي خاص ڳالهيون پڻ ڏٺيون ويون مثال طور ڪينيا ۾ ماڻهن کي سياسي عمل کان پاسيرو رکي سنئون سڌو مائو مائو Mau Mau جهڙن عملن ۾ آندو ويو.

الجيريا ۾ صرف ستن سالن لاءِ هٿياربند جدوجهد جي ضرورت هئي هاڻي جتي ڪٿي آزادي جي تحريڪ پئسفڪ ازم واري خيال کان اڳتي وڌي وئي، جيئن گهانا ۽ جينيا ۾ "مثبت قدم" کنيو ويو.

سيني آفريڪي آزادي جي تحريڪن ۾ آزاد ٿيڻ کانپوءِ وچوٿيون ٿي رهيون آهن. انهي جو سبب اهو آهي ته آزادي کانپوءِ نئين سماجي اڏاوت جي ضرورت هئي ۽ سامراجي قدم انهن رياستن اندر وڌندا رهيا. اهي هيٺين ڳالهين مان ظاهر ٿي سگهن ٿا.

(1) آزاديءَ جو غلط استعمال جديد بيئنڪيت ۽ ڪٺپتلي حڪومت جي ذريعي ڪيو وڃي ٿو.

(2) آزادي جي قوتن خلاف سامراجي سڌي جارحيت جيئن ڪانگو ۾ ٿيو.

(3) گهڻ طرفي ۽ ٻه طرفي سامراجي مدد ۾ واڌ جيئن:

(الف) بيئنڪي اقتدار برقرار رهي (پورتگال ۽ اسپين).

(ب) فاشست نسل پرست حڪومتن کي برقرار رکڻ (روديشيا ۽ ڏکڻ آفريڪا)

(ج) ڪٺپتلي ۽ سندن مقامي ايجنٽن کي مدد ڪرڻ ته جيئن آفريڪا اندر ترقي پسند انقلابي قوتن کي ختم ڪجي.

ٽن سالن ڪانپوءِ بہ گهٽ 1960ع کان آفريڪا اندر بينڪيت خلاف آزادي جي تحريڪ لاءِ هٿياربند جدوجهد ضروري ٿي پئي آهي ۽ ساڳيو طريقو جديد بينڪيت وارين حالتن ۾ پڻ ٿي رهيو آهي.

1960ع کان وٺي هٿياربند سياسي جدوجهد هڪ نئين نقطي تي پهچي چڪي آهي. جنهن ۾ "پورچوگيز" بينڪيت اندر هڪ هٿياربند جدوجهد ڪندڙن جو سهڪاري محاذ جڙيو آهي. آرگنائزيشين COCNP بہ ميلن چورس ميٽرن تي 12,400,000 رهندڙ ماڻهن جي سياسي فوجي جدوجهد کي پاڻ ۾ جوڙي ٿي.

نتيجي ۾ سامراج مخالف پئسفڪ ازم خيال مري رهيو آهي ۽ ان جي جاءِ تي آفريڪي ليول جو خيال اڀري رهيو آهي ڇاڪاڻ تہ:

(1) سياسي عمل جي ذريعي جيڪا آزادي ماڻجي ٿي ان تي وري بہ "شاهي" ماڻهن جو قبضو رهي ٿو جيڪي ماڻهن جا سياسي حق ڦٻائن ٿا.

(2) ملڪ جديد بينڪيت ٿيو وڃي جتي ماڻهن جو محدود حدن اندر استحصال ڪيو وڃي.

انهن حالتن ۾ ماڻهن جي نفرت جو اظهار تشدد جي ذريعي ظاهر ٿئي ٿو. ماڻهو پنهنجي سياسي حق جو ڀرپور نموني پنهنجي مرضيءَ سان استعمال ڪن ٿا.

(3) سامراجي قدم وڌندا رهن ٿا:

(الف) سامراج ڳجهي نموني صلاح مصلحت ڪري پنهنجي لاءِ جاءِ ناهي ٿو. (فوج جي ذريعي جديد بينڪيت اندر پنهنجي حق ۾ حڪومت قائم ڪرڻ)

(ب) اڳيئين وڃايل حيثيت وري بحال ڪرڻ (ترقي پسند رياستن اندر) Reactionary Coup ڪرڻ.

(4) سامراج هميشہ انقلابي مخالفت کي ايجنٽ جيئن خاص پوليس ۽ ٻين اهڙن ادارن ذريعي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي.

(5) پسوڊيو جمهوري Pseudo Democratic ادارا جيڪي بينڪي راڄ مان آزاد هوندا آهن اهي سرمائيداريءَ ڏانهن پيش رفت نہ ڪندا آهن. سوشلزم ڏانهن آهستي آهستي وڌندا آهن يا ترقيءَ جي سوشلسٽ واٽ اختيار ڪندا آهن تہ اتي سامراج طاقت سان مداخلت ڪندو آهي.

(6) تشدد جديد بينڪيت جي ڏنڌ کي صفا ٿو ڪري ۽ دشمن کي نروار ٿو ڪري ۽ ڏسي ٿو تہ جديد بينڪيت پاڻ کي ڍڪ لاءِ ڪهڙا طريقا استعمال ڪيا هئا. اهڙي طرح مسئلن کي ظاهر ڪري ٿو.

جيئن جيئن انقلابي يونٽ متحد ٿيندا ويندا آهن ڪٺپتلي حڪومت جو موت شروع ٿيندو آهي. ڪٺپتلي حڪومت جيڪي واعدا ڪيا هوندا آهن سي ختم ٿيڻ شروع ٿيندا آهن. اهي مخالفت جي ذريعي ئي هلي سگهنديون آهن ۽ پنهنجي زندهہ رهڻ لاءِ ڪليل نموني تشدد ڪنديون آهن. جڏهن محب وطن ماڻهن جو هڪ رت جو ڦڙو بہ ڪٺپتلي حڪومت سان وڙهڻ ۾ ڪرندو آهي تہ انهيءَ حڪومت جي ڪليل مخالفت شروع ٿي ويندي آهي، گوريلن جا اڏا جتي ڪٿي تيل جي دٻن وانگر پکڙجي ويندا آهن ۽ سياسي سجاڳي نظرياتي طور ايتري پختي ٿي ويندي آهي جو جدوجهد ظاهر ظهور ڪرڻي پوندي آهي.

## انقلابي عمل جي سهڪار جي ضرورت

The Need For Co-Ordinated Revolutionary Action

طاقتور سوشلسٽ رياستن اهو نظريو ڏنو تہ اهي علائقا جتي سامراج قابض آهن اتي پئسفڪ ازم نظريي تحت سوشلزم ڏانهن وڌجي پر اهو جواز بہ ڪوڙي ڳالهہ تحت ڏنو ويو تہ انقلابي سهڪار جو سوال آفريڪا ۽ دنيا ۾ اڳ حل ڪيو ويو آهي. تنهن جي ڪري سامراج آزديءَ جي مشهور وڙهندڙ محاذ جي خلاف ڪا فيصلا ڪن طاقت استعمال نہ ڪندو پر حقيقت ۾ حالت تمام مختلف هئي:

(1) سامراج سوشلسٽ رياستن جي خلاف طاقتن کي هٿي ڏين ٿا ۽ آزاديءَ جي تحريڪ کي فوجي ۽ ٻين مضبوط نفسياتي جنگي حربن ذريعي ڪمزور ڪن ٿا. (مثال طور پروپيگينڊا)

(2) سامراج بين الاقوامي ليول تي فوجي معاشي ادارو پنهنجي جارحيت وارن مقصدن کي حاصل ڪرڻ لاءِ قائم ڪندو آهي.

(3) موجوده وقت ۾ سامراج آفريڪا ۾ ڪافي ڪٺپتلي حڪومتون ناهيون آهن.

ايشيا ـ لاطيني آمريڪا ۽ آفريڪا جي ماڻهن جو اهو تاريخي تجربو آهي تہ سامراج هميشہ پر امن طريقن سان سوشلزم حاصل ڪرڻ کان

روڪڻ لاءِ طاقت جو استعمال ڪيو آهي، جيئن گهانا جڏهن سوشلزم ڏانهن وڌي رهيو هو تہ فوجي انقلاب آيو ڪنڌ ليول تي عوامي هٿياربند جدوجهد آفريڪا ۾ هن وقت حقيقت آهي. اهو اسان تي آهي تہ اسان مؤثر سهڪاري مشينري جوڙيون.

هن وقت تائين جيڪو اسان تجربو حاصل ڪيو آهي اهو ڏسي ٿو تہ صرف آفريڪي ليول تي عملي ۽ منظم سهڪار اسان کي دشمن کان بچائيندي ان جي پيٽ ۾ اڪيلي جي حيثيت سان اسان وڏيڪ نشانو بڻجنداسين. هن اسان جي جنگ ۾ اڪيلو رهڻ هڪ تمام وڏو خطرو آهي.

اسان دشمن کي هن ذريعي سان بہ پري رکي سگهون ٿا:

(1) پنهنجي پيداوار جا ذريعا وڌايون.

(2) ماٺهن ۾ مٿانهين سطح جي تنظيم ڪاري ڪجي.

(3) آفريڪي عوامي انقلاب جون ضروري ڳالهيون ماٺهن تائين پهچائجن.

(4) جديد بينڪيت ۽ سندن ڪٺپتلي حڪومت کي وائکو ڪجي.

اهو صحيح آهي تہ اسان توانائي ۽ اميد تہ گهٽي پيدا ڪري سگهيا آهيون پر اهو سچ آهي تہ اسان اڃا تائين بيروني يا اندروني دشمن کي شڪست ڏئي نہ سگهيا آهيون. جيڪا آفريڪا ۾ انقلابي عمل لاءِ جوڙجڪ فراهم ڪري.

## (ب) سياسي - فوجي تنظيم

Political Military Organization

انهيءَ لاءِ هيٺين ڳالهين جو خيال رکڻ گهرجي.

(1) آل آفريڪن پيپلز رووليشنري پارٽي (AAPRP) ناهي وجي جيڪا پاليسين تي سهڪار ۽ عمل ڪري.

(2) آل آفريڪن پيپلز رووليشنري آرمي (AAPRA) جوڙي وجي جيڪا اسان جي آزاديءَ جي قوتن جي يونٽن کي متحد ڪري ۽ آخري فتح تائين هٿياربند جدوجهد جاري رکي.

(AAPRA) ۽ سياسي سهڪار لاءِ آل آفريڪن ڪاميٽي (AACPC) And The all African Committee for Political Co_Ordination

سياسي پارٽي جوڙي وجي جيڪا آزاد علائقن ۾ اهي پارٽيون جيڪي هڪ نظريي واريون آهن ۽ جدوجهد ڪري رهيون آهن انهن کي پاڻ ۾ ڳنڍي ۽ ڪنڊ ليول تي راهه هموار ڪري ۽ آل آفريڪن پيپلزوار All African Peoples war کي پڻ اخلاقي قانوني مدد ڪري آل آفريڪن سياسي سهڪاري ڪاميٽي انهن پارٽين لاءِ وچ جو ڪم ڪري جيڪي انهي ڳالهه کي مڃن ته بينڪيٽ ۽ جديد بينڪيٽ لاءِ هڪ يڪسان منظم جدوجهد جي ضرورت آهي. هي ڪاميٽي جيڪي پارٽيون اقتدار ۾ آهن يا جدوجهد ڪري رهيون آهن. انهن جي سينٽرل ڪاميٽي ليول تي نهڻ گهرجي ۽ اها ڪاميٽي پنهنجون اندروني ڳالهيون پاڻ طئه ڪندي.

AACPC هڪ سياسي مددگار طور AAPRA کي هيٺين ڳالهين ڪرڻ ۾ مدد ڪندي:

(1) انهن پارٽين جو سهڪار ڪرائيندي جن آزاد علائقن ۾ سوشلزم ڏانهن وڌيا هوندا ۽ پنهنجي اندروني دشمن سان ويڙهه ۾ هڪٻئي جي مدد ڪندا

(2) گڏيل نظرياتي تربيت پارٽين جي ڪيڊرس کي ڏياري، جنهن ۾ بينڪيت مخالف ۽ جديد بينڪيت مخالف نظريي جي تعليم ڏني وڃي ۽ ان سان گڏ متحد آفريڪا ۽ سوشلزم جي تعمير جي تعليم پڻ ڏني وڃي اهو سڀ ڪجهه AACPC جي ماتحت آزاد علائقن ۾ اسڪول يا سياسي ڪئمپون هٽي حاصل ڪري سگهجي ٿو.

(3) سهڪار پائيچارو ۽ سياسي مدد انقلابي تحريڪن جي ۽ جديد بينڪيت وارن علائقن ۾ ترقي پسند تحريڪن جي ڪئي وڃي.

(4) آفريڪا - ايشيا ۽ لاطيني آمريڪا جي ماڻهن ۾ هڪ اثرائتو رابطو پيدا ڪيو وڃي، جيڪي سامراج خلاف جدوجهد ڪري رهيا آهن. (جيئن آفريڪي، ايشيائي ۽ لاطيني آمريڪي ماڻهن جي يڪجهتي جي تنظيم.)

Orginazation of solidarity with the people of Africa, Asia and Laten Amrica (OSPAAL)

(5) دنيا جي سوشلسٽ رياستن اندر مضبوط ڳانڍاپو پيدا ڪرڻ ۽

(6) سرمائيدار - سامراج رياستن اندر پورهيت تحريڪن سان واسطو رکڻ ۽ برقرار رکڻ جي ڪوشش ڪرڻ، اهڙي طريقي سان AACPC هڪ

تنظيمي پرزو بنجندي جنهن جي ذريعي هڪ متحد جدوجهد ۽ هڪ مرڪزي ضابطو پيدا ڪندي جنهن جي ذريعي عوام سان ۽ انهن مرڪزن سان بہ جيڪي انقلابي عمل ڪن ٿا. مضبوط ڳانڊاپو پيدا ٿيندو اها اهڙي سهڪار ۽ انقلابي عمل ڪي يڪسان ڪري آفريڪي رياستن جو بچاءُ ڪرڻ سان گڏ ڪين ان لائق بنائيندي تہ ڪو بہ ٻاهريون دٻاءُ انقلابي آزاديءَ جي تحريڪ تي اثر انداز نہ ٿئي ۽ انهن علائقن ۾ انقلابي آزادي جي تحريڪ پنهنجو ڪم جاري رکي سگهي.

## آل آفريڪن پيپلز رووليشنري آرمي

## All African Peoples Revolutionary Army (AAPRA)

AAPRA جا ميمبر آفريڪي ماڻهو جي سوشلسٽ پارٽين جا هٿياربند نمائنده هوندا جيڪي بينڪيت ۽ جديد بينڪيت خلاف جدوجهد ڪن ٿيون. اهي سڌو سنئون آفريڪي انقلاب ۽ آزادي جي تحريڪ جي پيداوار هوندا آهن ۽ انهن جي تنظيم ڪاري چارٽ پنجين مطابق ڪئي ويندي آهي.

اهي هٿياربند طاقتون، هاءِ ڪمانڊ جنهن ۾ آفريڪا جي مختلف انقلابي تحريڪن جا اڳواڻ AAPRA شامل هوندا آهن انهن جي ماتحت هوندا آهن ۽ آل آفريڪن سهڪار سياسي ڪاميٽي AACPC انهي انقلابي جدوجهد لاءِ سياسي اڳواڻي مهيا ڪندي. اهڙي طرح هٿياربند قوتون هميشہ سياسي اڳواڻيءَ جي ماتحت ۽ ضابطي ۾ هونديون آهن.

## AAPRA جا هيڊ ڪوارٽر

## AAPRA HEADQUARTERS

AAPRA جي هاءِ ڪمانڊ جا هيڊ ڪوارٽر آزاد علائقن ۾ هئڻ گهرجن جتي:

(1) عوامي طاقت مضبوط هجي.

(2) معاشي ترقي ايتري اڳتي وڌيل هجي جو سامراجي جارحيت جيڪا ڪنهن بہ صورت ۾ ٿئي ان جو وڌ ۾ وڌ مقابلو ڪري سگهجي.

(3) جتي جديد سهولتون ڪميونڪيشن، اسپتالون، پريسون ۽ ٻيون ضروري شيون هجن.

اهو علائقو هر وقت جنگ کي منهن ڏيڻ لاءِ تيار هجي. انهيءَ علائقي جي مادي وسيلن ۽ ماڻهن کي انهي علائقي جي بچاءُ لاءِ تيار ڪجي. جيتري قدر ماڻهو جي تيار ڪرڻ جو مسئلو آهي تہ تربيت يافتہ ۽ هٿياربند پورهيتن کي هڪ مليشيا جي ذريعي منظم ڪيو وڃي، زرعي سيڪٽر ۾ جديد زرعي پيداوار کي حڪمت عمليءَ تحت منظم ڪيو وڃي. سهڪاري ۽ گڏيل فارم ۽ ٻيون هارين جون تنظيمون علائقي لاءِ پنهنجو بچاءُ پاڻ ڪرڻ تحت تمام گهٽيون فائدي مند ٿينديون ۽ اهي حڪمت عملي تحت دشمن کان بچاءُ واري صورت ۾ هجڻ گهرجن. ڪاٽين ۾ ڪم ڪندڙ صنعتي پورهيت، ٽرانسپورٽ جا ملازم ۽ ٻين کي پنهنجو بچاءُ پاڻ ڪرڻ واري ضابطي تحت يونٽن ۾ ورهائي فوجي تربيت ڏياري وڃي مليشيا جي ميمبر شپ رضاڪارانہ ۽ چونڊ ڪرڻ واري اصول تي ڪرڻ گهرجي.

جڏهن فوجي محاذ نهي وڃي تہ اهو جدوجهد ڪندو:

(1) پراڻي نظام جي تمام جلدي تبديلي لاءِ.

(2) ٻاهرئين ۽ اندروني دشمن خلاف.

(3) سوشلزم جي تعمير لاءِ.

هيءَ جدوجهد شروع ۾ سخت ڏکي هوندي پر اهو هڪ عرصو هوندو جنهن مان اسان کي حقيقي آزادي جي تحريڪ کي تيز ڪرڻ لاءِ گذرڻو پوندو.

## اهي ڳالهيون ڪرڻ ڪانپوءِ نتيجي ۾:

(1) سياسي اخلاقيات ۽ اخلاقي جرئت وڌائڻي پوندي.

(2) نظرياتي ۽ سياسي اختلاف گهٽ ڪرڻا پوندا.

(3) سڄي عوام ۾ تمام گهٽي منهن ڏيڻ جي صلاحيت پيدا ڪرڻي پوندي ۽

(4) ڪم ڪرڻ جي ضابطي ۽ پيداوار ۾ ترقي ڪرائي ويندي.

هيءَ هڪ بنيادي اڏو هوندو ان لاءِ لازمي آهي تہ هٿياربند قوتن ۽ عوام کي گڏيل طور دشمن جي خلاف ويڙهہ لاءِ تيار ڪجي. اهو سٺي نموني ماڻهو جي خود بچاءُ يونٽ (مليشا) کي ٽريننگ ڏياري هڪ متحد محاذ سامراج جي خلاف جوڙيو وڃي، جيڪو آفريڪا ۾ ڪٿي بہ عمل ڪرڻ لاءِ تيار هجي.

جيڪڏهن هٿياربند مليشيا منظم نہ آهي تہ عوام ڪڏهن بہ پنهنجي طاقت جو اظهار دشمن جي خلاف جدوجهد ۾ نٿو ڪري سگهي.

عام طور AAPRA جا هيڊ ڪوارٽر وسيع علائقي ۾ هجڻ گهرجن جنهن ۾ جيل، نديون، ڍنڍون، ٻيلا، ميدان ۽ بيابان هجن خاص ڪري بيابان انقلابي گوريلن جي ٽريننگ لاءِ بهترين ٿي سگهن ٿا. عام طور سنا بنيادي اڏا جيل يا دريائن جي ڀرسان ڍنڍون ۽ نديءَ جي مهڙ وارا علائقا هوندا آهن. سڏا سنوان پٽ تمام عارضي هوندا آهن. AAPRA جا ريجنل آپريشنل يونٽ جيڪي جن علائقن ۾ دشمن سان ويڙهہ ٿي رهي آهي ان جي ڀرسان علائقن ۾ هجڻ گهرجن.

## AACPC ۽ اسان جي انقلابي حڪمت عملي

## AACPC and our Revolutionary Stratgen

AACPC, AAPRA سان تمام ويجهو گڏجي سهڪار ڪندي ۽ انهيءَ کي برقرار رکڻ لاءِ انقلابي تحريڪ جا اڳواڻ AACPC جا پڻ ميمبر هوندا. پروگرام ۽ انقلابي قوتن لاءِ حڪمت عملي تمام مٿانهين ليول تي دشمن جي ماتحت ۽ دشمن سان جن علائقن ۾ ويڙهہ جاري آهي. انهن علائقن جي سياسي، معاشي ۽ فوجي حالت جي سروي ڪرڻ ڪانپوءِ جوڙي ويندي خاص ڌيان انهن مظلوم عوام ڏانهن اسان جي مقصدن جي حوالي سان ۽ انهيءَ خاص علائقي ڏانهن ڏنو ويندو.

انقلابي طاقتن جي عمل کان اڳ ۾ سماج جو مڪمل جائزو ورتو ويندو. ورڪرن، هارين ۽ سهڪاري تحريڪن جي ٻين ميمبرن جي سماجي ۽ سياسي اهميت ڪهڙي آهي اها چنڊ چاڻ تہ پورهيت جي سماجي معاشي ڍانچي ۾ جڳهہ ڪهڙي آ. سندن طبقاتي شعور ۽ تنظيم اندر سندن حيثيت ڪهڙي آهي ٻين لفظن ۾ خاصيتن طور ورڪرن جي گروپ بندي بهتر رهندي.

انهن حالتن جي ذريعي چنڊ چاڻ مڪيہ آهي، جو تہ انقلابي جنگ ڪنٽي آهي انهي ڏگهي ويڙهہ ۾ سماجي طور ظالم گروپ جي مدد پڻ ورتي وڃي مادي طور صحتمند ملڪ جي علائقي کي آزاد ڪري پوءِ سماجي ۽ معاشي پروگرام جوڙجي.

انهيءَ شعوري مطالعي ۽ جانچ ڪانپوءِ اسان جي انقلاب جي حڪمت عملي عمل ڪندي ۽ جيڪي ڳالهيون اسان جي مقصد حاصل ڪرڻ ۾ مدد ڪنديون آهن انهن جو استعمال ڪندي.

(الف) آفريڪا کي پنجن مختلف حصن ۾ ورهائي سگهجي ٿو.

(1) اتر

(2) اولهه

(3) ڏکڻ

(4) وچ

(5) اوڀر

اهي علائقا آبهوا، قدرتي وسيلن، صنعتي طاقت ۽ سماجي ۽ سياسي ترقي تحت هڪ ٻئي کان تمام گهڻو مختلف آهن.

(ب) هڪ ئي علائقي اندر پيداواري ترقي ۽ سياسي پختگي جون مختلف ليولون آهن. مثال طور ريپبلڪ آف سائوٿ آفريڪا ۽ ڏکڻ، اولهه، آفريڪا جي حالتن ۾ تمام گهڻو فرق آهي. حالانڪ اهي جاگرافي طور پاڙيسري ملڪ آهن ۽ ٻئي دشمن جي ڪنٽرول ۾ آهن. مالي، نائيجر، ڊيهوسيءَ، ٽوگو علائقي جي پيداواري قوتن ۾ فرق آهي ۽ اهو گهانا ۽ نائيجيريا جي علائقن ۾ پڻ آهي پر ساڳي وقت سياسي جاڳرتا جي ليول مالي، نائيجر، گهانا، نائيجريا ۽ ڪئمرون جي ماڻهن ۾ تمام گهڻي آهي.

(ج) اهي علائقا جتي صنعتي يونٽ ۽ ٻيا اهڙا ڪمپليڪس هوندا آهن اهڙا علائقا اسان جي تحريڪ لاءِ تمام مٿانهين حڪمت عملي گهرن ٿا. ڪن علائقن ۾ پورهيتن کي منظم ڪيو وڃي ته ڪن حصن ۾ ڦهريون ڏيان ڀهراڙي جي محنت ڪش ماڻهوءَ تي ڏنو وڃي.

مثال طور سماجي - سياسي ليول ملڪ جي هڪ صوبي ۾ ٻئي کان مختلف ٿي سگهي ٿي پر انقلابي جدوجهد سڄي ملڪ ۾ هڪ هلائڻ گهرجي.

اسان جي انقلابي حڪمت عملي انهن علائقن ۽ حصن ۾ انهن علائقن جي مناسبت سان تبديل ٿي سگهي ٿي، جتي مکيه صنعتي هنڌ هوندا آهن ۽ اهڙا هنڌ جتي زمينداري يا قبائلي ادارا اڳ ۾ ئي مضبوط هوندا آهن. هڪ دفعو وري انهن علائقن جي وچ ۾ سندن طبقاتي جوڙجڪ، پيداواري قوتن جو

گهٽ سجاڳ هجڻ صنعتي علائقن ۾ اهي علائقا جتي جديد پورهيت مضبوط آهي نئين سر مطالعو ڪجي جنهن جو حصو آفريڪا کان ٻاهر محنت ڪري رهيو آهي. انهي پوئين ڏڙي کي جيڪڏهن منظم ڪجي ته اهو آزادي جي تحريڪ ۾ سبوتاز SABBTAUE سرمائيدار سامراج رياستن اندر ڪري آزاديءَ جي تحريڪ ۾ ڀرپور ڪردار ادا ڪري سگهي ٿو.

مقصدن جي حوالي سان حالتن جي گهرائي سان مطالعو ڪيو وڃي ۽ انقلابي حڪمت عملي AAPRA ۽ AACPC جي گڏيل فيصلي ۽ پنهنجي دشمنن جي هر طرح جي چنڊ ڇاڻ ڪري جوڙي وڃي. ڇاڻ جي گهرائي اسان کي انهي ڳالهه لاءِ لائق بنائيندي ته اسين اجائي جنگين ۾ محاذن تي ٿائيم نه وڃايون.

هڪ دفعو جيڪڏهن حڪمت عمليءَ تحت نشانن ۾ سامراج مخالف جدوجهد جو تعين ٿي چڪو آهي ته پوءِ انقلابي طاقتون حقيقي معنيٰ ۾ ڇانٽنديون ته ڪهڙا هنڌ ٿائيم وڃائيندا ۽ ڪهڙن تي پهريان حملو ڪرڻ گهرجي.

AAPRA کان ڪڏهن به ملڪي قانون ٽوڙڻ جي لاءِ نه پڇيو وڃي جڏهن اهي ملڪي علائقي ۾ آفريڪا جي متحد ۽ آزاد مقصدن لاءِ داخل ٿين ٿا. هونئن به سڄي آفريڪا، آفريڪي ماڻهن سان واسطو رکي ٿي ۽ ماڻهن جي مرضي آفريڪي انقلاب مان ظاهر ٿي آهي.

## فوجي دستا: Military Coup

اسان جي انقلابي حڪمت عمليءَ تحت AAPRA جي آزاديءَ لاءِ وڙهندڙ قوتن کي پنجن فوجن ۾ ورهائڻو پوندو.

اترئين
اونهائين
ڏاکڻي
مرڪزي
مغربي

اها ڊويزن جنهن ۾ ڪيترائي فوجي دستا هوندا هيٺين ذريعن سان ٺاهي ويندي.

(1) آزاد علائقن ۾ حڪومت ڪندڙ پارٽيون جيڪي دستا AAPRA کي ڏينديون.
(2) رضاڪار
(3) آزاديءَ لاءِ وڙهندڙ يونٽ جيڪي اڳ ۾ موجود آهن.
ڪنڊ ليول تي عوامي مليشا جو جڙڻ هڪ منطقي ضرورت آهي. سڄي آفريڪا ۾ پکڙيل آفريڪي آزاديءَ جي جدوجهد جي لاءِ پڻ لازمي شرط آهي. متحد آفريڪا ۽ آزاد آفريڪا لاءِ پڻ اهم آهي.

## (AAPRA) جي جوڙجڪ ۽ حڪمت عملي
## (AAPRA) STRUCTURE STRATEGY

اسان جي هٿياربند آزاديءَ جي قوتن جا ٻہ مقصد سياسي ۽ فوجي آهن (AAPRA) جي جوڙجڪ مختلف رابطن، ضابطن ۽ مشينريءَ جي ذريعي سهڪار لاءِ جوڙي وئي آهي.
(AAPRA) جون ڊويزن (ت) کي سياسي ۽ فوجي ڪم کي اڳتي وڌائڻ لاءِ استعمال ڪيو ويندو.




Liaration movement poutiical & Military
(Triple Chain of Command)

(i) سياسي ڪميٽيون جيڪي نئين آزاد ٿيل علائقي ۾ نئين انتظاميا قائم ڪنديون.

(ii) گوريلا يونٽ(ب)

(AAPRA) جون (ت) قوتون عوام جي هٿياربند جدوجهد جي مدد ڪنديون نہ ئي اڳواٽي ڪنديون. ڪن خاص حالتن ۾ (AAPRA) جا خاص يونٽ ماڻهن جي هٿياربند جدوجهد جي لاءِ هڪ محرڪ قوت طور ڪم ڪندا انهن کي ساز و سامان ۽ گوريلا يونٽن لاءِ ڪيڊرس ايسيتائين مهيا ڪندا جيسيتائين انهن وٽ انهن شين جي کوٽ آهي.

جيئن عوامي هٿياربند جدوجهد اڳتي وڌندي، پگهاردار فوج گهٽائبي ويندي، جڏهن سڄي آفريڪا آزاد ۽ متحد هوندي ۽ يونين گورنمينٽ جو قيام عمل ۾ ايندو ان وقت اهي فوجون مڪمل ختم ٿي چڪيون هونديون ۽ آفريڪا جو بچاءُ پوءِ عوامي مليشا ڪندي.

ڪنهن خاص علائقي جي آزاد ٿيڻ واري شروعاتي مرحلي ۾ (AAPRA) جي ڊويين يونٽ انهيءَ جي پرسان آزاد علائقي ۾ قائم ڪئي ويندي جيئن ئي ماڻهن جي جدوجهد ڪنهن دشمن جي علائقي ۾ شروع ٿيندي تہ (AAPRA) جا يونٽ انهيءَ علائقي جي پرسان پنهنجي ڪئمپ هٽندا. اها تحريڪ ريجنل يا زونل فوجي اسٽاف يا ريجنل يا زونل گوريلا قيادت جي سهڪار سان ٿيڻ گهرجي، جيئن ئي سهڪاري قدم ۽ علائقي جي گوريلا قيادت کي باخبر رکي سگهجي. انهي قدم جو فيصلو فوجي ۽ ڊويزنل اسٽاف جي ليول تي ٿيڻ گهرجي نتيجي ۾ انهيءَ قدم سان دشمن کي انهيءَ علائقي ۾ سوڙهو ڪبو ۽ اتي گوريلا يونٽ ۽ سياسي ڪميٽيون پسي پرده رهنديون.

## چارٽ.6

حڪمت عملي لاءِ رٿابندي




ٽيون مرحلو:

- AAPRA دشمن جي ڊويزنن سان ٽڪر ۾ ايندي
- هاڻي ظاهر ظهور جنگ لڳندي
- پر حقيقت ۾ اسان جون فوجون جيڪي دشمن جي علائقي ۾ لڪ چُپ ۾ اندر تائين گهڙي ويون آهن ۽ انهن دشمن جي پٺ تي لڪل محاذ کولي رکيو آهي.

# اوزار ۽ هٿياربند قوتن جي بناوت
# EQUIPMENT & COMPOSITION OF THE ARMED FORCES

AAPRA جي طاقت آفريڪا جي ڪنهن بہ حصي ۾ هٿياربند جدوجهد ڪرڻ لاءِ تيار هوندي، ان لاءِ ان کي جديد اوزارن جي ضرورت پوندي، جنهن ۾ هوائي جهاز، گاڏيون، جنگي اوزار پر گهڻو زور انهن جي استعمال جي صلاحيت، تيزي، آسان نموني سان چوري سگهڻ ۽ هلڪائي تي هجڻ گهرجي.

AAPRA ۾ اسپيشل فني يونٽ بہ شامل هوندا آهن. مثال طور:

(الف) ماڻهن جي نفسيات کي سمجهندڙ جتا ۽ ٻڌندڙ ڏسندڙ ۽ پڙهي سگهندڙ پروپئگنبدا جا ذريعا، ريڊيو فلمون ۽ اخبارن کي استعمال ڪندڙ يونٽ پڻ هوندا.

(ب) سماجي ڪم جا ماهر بہ هوندا جيڪي تعليمي مهم، ٻارن جي سنڀال ۽ صاف سٿرو ماحول ۽ اهڙين شين جا خاص ماهر عوام جي خدمتن لاءِ ڪم ڪندا.

(ج) زرعي ۽ اهڙين ٻين گوناڱين صنعتن جا خاص ماهر هوندا.

(د) چوپائي مال ۽ مڇي کي ترقي وڌائڻ جا ماهر هرندا.

(ح) ميڊيڪل آفيسر هوندا ۽

(خ) ثقافتي ماهر هوندا.

AAPRA جي ميمبرن کي هڪ ڏنڌي وارا فوجي نہ سمجهڻ گهرجي پر اهي هڪ سولين آهن جن کي هٿيارن جي تربيت ڏني وئي آهي، جيڪي تمام اعليٰ وڙهندڙ ۽ تمام سٺا ورڪر آهن. اهي ماڻهن تي حڪمراني لاءِ نہ پر خدمت لاءِ آهن.

اسان جي جنگ فتح جي جنگ نہ آهي پر اها انقلابي آزاديءَ جي جنگ آهي. اسين بچاءُ ۾ نہ ٿا وڙهون پر اسين آزاد متحد ۽ نئين سر تشڪيل لاءِ وڙهون ٿا.

**ڀرتي**: RECRUITMENT

ماڻهن جي وڏي تعداد جي سجاڳيءَ مان انقلابي آزاديءَ جي تحريڪ جنم وٺندي آهي، اهڙي طرح هارين، پورهيتن ۽ سهڪاري سنگتن جي ميمبرن ۽ نوجوانن مان AAPRA پنهنجي سگهه حاصل ڪندي آهي رضاڪارن جي ڀرتيءَ وقت اوليت آل آفريڪن خاصيتن واري تنظيم جي ميمبرن کي ڏني ويندي جنهن ۾:

(i) هارين جون تنظيمون

(ii) ٽريڊ يونينون

(iii) شاگردن جون ترقي پسند تنظيمون

(iv) نوجوانن جون تنظيمون

(v) عورتن جون تنظيمون

(vi) سهڪاري تحريڪون

AAPRA کي رضاڪار ترقي پسند ۽ ويڙهاڪ آفريڪي پارٽين ۽ حڪومت جي ذريعي مهيا ڪيا ويندا.

رضاڪار کي ڀرتي ڪرڻ کانپوءِ ضابطي ۾ ڀرتيءَ جي ڪميشن COMMISSION OF CONTROL & RECRUITMENT جانچ ڪندي

(الف) سندس سماجي بيهڪ

(ب) هڪ ورڪر ۽ ماڻهوءَ جي حيثيت سان سندس خاصيتون ۽

(ت) هن جي نظرياتي بيهڪ

ان کانپوءِ هن جون شعوري اخلاقي ۽ جسماني آزمائشون ورتيون وينديون.

دشمن جا ايجنٽ ۽ مهم جو سيني ذريعن سان AAPRA ۾ شامل ٿيڻ جي ڪوشش ڪندا، اسان کي انهن کي پرکڻ لاءِ چست رهڻ گهرجي، جيئن اسان جي انقلابي هٿياربند قوتن کي مايوس يا تباهه ڪري نه سگهن. انهيءَ لاءِ خاص ڪري آزمائشون جيڪي جوڙيون ويون آهن انهن تي




توجهه ڏنو وڃي تہ اهو پرکي سگهجي تہ هي نظرياتي طور مضبوط آهن ۽ هن کان اڳ ۾ پنهنجي اصليت ۽ نظرياتي وابستگي بيان ڪري سگهجي جيئن ئي آزاديءَ جي هٿياربند تحريڪ اڳتي وڌندي ۽ وسيع ٿيندي تيئن آفريڪي فوجي جٿا جيڪي دشمن استعمال پئي ڪيا (انهي اصول تحت تہ آفريڪي کي آفريڪيءَ سان ويڙهايو)

اهي (AAPRA) سان گڏ ٿيڻ چاهيندا انهن فوجي جٿن کي پليڪار ڪيو ويندو ۽ همٿايو ويندو پر انهن کي (AAPRA) جي پرتيءَ واري طريقي تحت انفرادي طور شامل ڪيو ويندو ۽ انهن کي نظرياتي تربيت ڏني ويندي.

## تربيت جا عام اصول

GENERAL PRINCIPLES OF TRAINING

انقلابي هٿياربند قوتن جي ميمبرن تي سماجي، سياسي ۽ فوجي جوابداريون آهن. انهن ٽنهي ڳالهين لاءِ نئين پرتي ٿيل کي مختلف تربيتن مان گذرڻو پوندو. اسان جي ٽريننگ جو مقصد ماڻهن کي ماڻهو مارينڌڙ مشين يا پئسن لاءِ وڙهندڙ نہ ٺو بنائي پر اسان جو مقصد پختي ترقي پسند، دانشمند ۽ انقلابي عمل ۾ ان کي جيڪي مادي اوزار استعمال ڪرڻا پون ٿا. انهي سان کيس روشناس ڪرايون ٿا.

انقلابي يونٽن ۾ نون پرتي ٿيندڙن لاءِ ٽريننگ ۾ ذهنتي قوتون خاص اهميت واريون آهن.

(1) چاڪاڻ تہ اسان جي قوت شروعات ۾ دشمن جي تعدادي سگهہ کان تمام گهٽو گهٽ هوندي (جيڪا گهٽو ڪري هڪ ۽ ڏهہ نسبت ۾ هوندي آهي.)

(2) دشمن جي ڀيٽ ۾ اسان جي قوت بنهہ گهٽ هوندي آهي ان لاءِ آفريڪي انقلابي مجاهد تمام گهٽو تربيت يافتہ سپاهي هجڻ گهرجي.

اهڙي طرح شروعاتي فرق جيڪو اسان ۽ دشمن جي وچ ۾ هوندو آهي ان جو پورائو تيڪنڪي جاڻ ۽ اخلاقي برتري ذريعي ڪيو ويندو آهي.

سيئي نوان ڀرتي ٿيل ڀهريان بنيادي ٽريننگ وٺندا پوءِ خاص ڪورسن جي سکيا وٺندا ان ڪانپوءِ هو (AAPRA) جي خاص يونٽن لاءِ ٺي تيار هوندا. انقلابي هٿياربند يونٽ جي اڳواڻن COMMANDERS کي اهو ذهن نشين هجڻ گهرجي تہ (AAPRA) جي سيني ميمبرن جي وقت بہ وقت جانچ ڪجي.

(1) انهي ڳالهہ کي چيڪ ڪن تہ تمام معياري ڪم ۽ فرض جو پورائو ڪيو وڃي.

(2) وڙهڻ جو جذبو مجاهدن ۾ موجود آهي.

هو اهي پڻ ڏسندا تہ تنظيمي مشينري مضبوطي سان هڪ ٻئي سان جڙيل آهي. نظرياتي تربيت باقاعده سان ڏني ٿي وڃي.

اسان جي تعليم ۽ ٽريننگ جو اهو مقصد ڪونہ آهي تہ ماڻهو کي هڪ ٻڌو ٻانهو بنايون پر هڪ اهڙو ماڻهو تيار ڪرڻ آهي، جيڪو ضابطي جو احترام ڪري لائق ۽ چست هجي چو تہ هو مڪمل طور انقلابي جدوجهد سان لاڳاپيل آهي.

اسان هڪ نوڙي تحت ڪم ڪندڙ ڪنهن طاقت کي اجايو استعمال ڪرڻ يا رڍن واري تعلق کي قائم ڪرڻ بجاءِ اسان جي ٽريننگ ذهين، انسان دوست ۽ تنقيد خود تنقيدي گڏ هٿياربند جدوجهد ڪندڙ قوتن ۾ پيدا ڪريون ٿا، اسان جا مجاهد خود ضابطو رکندڙ انقلابي هوندا.

ٽريننگ (سماجي، سياسي ۽ فوجي) ٽريننگ مرڪز ۾ ڪرائي ويندي، جيڪي علائقن ۾ قائم هوندا ۽ اهي آزاد علائقن سان اڳ ۾ ڳنڍيل هوندا. اهو ضروري آهي تہ ڪيترائي اهڙا مرڪز مختلف علائقن يا حصن ۾ هجڻ گهرجن جيڪي ڳجها هجن. رضاڪارن کي انهن مرڪزن مان چڙهڻ کان اڳ ۾ انهن جو انهن اسڪولن ۾ مشاهدو ڪيو وڃي. هنن کي بنيادي تعليم،

سياسي تربيت ۾ اهڙا ڪورس ڪرايا وڃن، جيڪي سندن مشاهدي ۾ پاڻ وقف ڪرڻ وارين صلاحيتن کي اجاگر ڪن؛ انهي مرحلي دوران خارج ڪرڻ ۾ رکڻ جو آخري مرحلو استعمال ڪيو ويندو. جتي نامناسب رضاڪار کي رد ڪيو ويندو.

بنيادي ڪورس جي پڄاڻيءَ ڪانپوءِ ڪامياب پرتي ٿيلن کي بنيادي تربيت وارن مرڪزن ڏانهن موڪليو ويندو.

## جسماني ٽريننگ PHYSICAL TRAINING

جسم ۾ جسماني عضون کي طاقتور بنائڻ لاءِ مختلف حالتن اندر مشق ڪرائي وڃي مثال طور:

(1) مختلف حالتن هيٺ مارچ ڪرائڻ.

(2) مختلف جاگرافيائي هنڌن ۾ ڪئمپون هٽائڻ.

(3) مختصر وقت لاءِ مختصر طور پنهنجي رهبري ڪرڻ.

(4) بنيادي اڏي کان ڌار ٿي وڃڻ جي صورت ۾ بہ عمل جاري رکڻ.

(5) اڪيلي هجڻ جي حيثيت ۾ محرڪ ٿيڻ جي لاءِ مشقون ڪرائڻ.

روزانو مشق جسماني ۾ اخلاقي سگهہ پيدا ڪرڻ ۾ مدد ڪنديء اسان جي فوجي دستن کي دشمن سان آمهون سامهون اثرائتي نموني مختلف ڏکين حالتن ۾ دشمنن جي عملن جي پويان ويڙهہ جي تربيت ڏني وڃي انهن کي پاڻ بچائڻ جو فن ۾ جڏهن پڪڙيا وڃن ۾ ڪين کان پڇا ڳاڇا ڪئي وڃي تہ هو ڪيئن پيش اچن، سيکاريو وڃي تيزائي ۾ جنگي گر گهٽي مشق سان ئي سکي سگهجن ٿا. جنهن ۾:

(1) حملا.

(2) تڙي پکڙي وڃڻ.

(3) وري گڏ ٿيڻ.

(4) گهيرو ڪرڻ"

(5) پوئتي هٽي وڃڻ.

(6) ويجهو ويڙهہ ڪرڻ.

(7) ڪمانڊو قسم جو حملو ڪرڻ ۾

(8) سبوتاز ڪرڻ

## فني تربيت TECHNICAL TRAINING

بنيادي تربيتي مرڪزن جو اهو ڪم نہ آهي تہ صرف فوجي ئي پيدا ڪن پر اسان جي ماڻهن ڪي جدوجهد دوران جن حقيقتن سان منهن ڏيڻو ٿو پوي مرڪز انهن جي مدد ڪري ۽ اها مدد برقرار رکي.

جيڪي مرڪز پاڻ پورا هوندا آهن اتي ماڻهو پاڻ کي ٻني ٻاري، چوپائي مال جي واڌاري ۽ ٻنيءَ جي سڌاري واري ڪم ۾ پاڻ کي مصروف رکندا انهن کي ننڍڙيون صنعتون جنهن ۾ يونيفارم ۽ فوجي اوزار، بوٽ، ڪارتوسن جا پٽا ۽ هلڪا هٿيار ۽ هٿ جا هنر ٺاهڻ ۽ هلائڻ سيکاريو ويندو (AAPRA) بجيٽ فوجي ۽ آمدرفت گاڏين وغيره جي خريدڻ لاءِ توجهہ ڏيندي ڇو تہ اهي مقامي طرح ٺاهي نٿا سگهن. ماڻهو پنهنجي پائڻ وغيره لاءِ پاڻ ڪپڙو ٺاهيندا.

## فوجي تربيت: MILITARY TRAINING

فائرنگ ڪرڻ تي خاص توجهہ ڏنو ويندو.

"MARKS MANSHIP IS THE CORE OF APPRENITCESHIP"

هن ميدان ۾ گوريلي کي تمام گهڻو سيکاريو وڃي. ڇو تہ اهو ضروري آهي تہ هو بارود جو گهٽ ۾ گهٽ استعمال ڪري.

نون ڀرتي ٿيلن کي مختلف مار وارن هٿيارن سان هڪ هنڌ بيٺل ۽ چرپر ڪندڙ نشانن (TARGETS) تي فائرنگ ڪرائي ويندي.

ڦاٿندڙ مادي جو استعمال پڻ سيکاريو ويندو (AAPRA) ۾ استعمال ٿيندڙ سيني هٿيارن ۽ فوجي اوزارن جي سکيا ڪانسواءِ هي پڻ سکڻ گهرجي:

(الف) دشمن طرفان استعمال ٿيندڙ فوجي اوزارن جي جاڻ ۽ مطالعو.

(ب) مختلف قسمن جا هوائي جهاز جيڪي دشمن استعمال ڪري ٿو يا اسان جي قومي علائقي ۾ استعمال ڪندو انهن جي سڃاڻپ.

(پ) دشمن جي رسد (SUPPLY) جيڪڏهن پڪڙجي تہ انهي جو مڪمل استعمال ڪيئن ڪجي.

## سياسي تعليم: POLITICAL EDUCATION

هر وڙهندڙ کي ڄاڻ هجڻ گهرجي:

(1) هي ڪنهن جي خلاف وڙهي رهيو آهي؟

(2) هي ڇو وڌي رهيو آهي؟

سياسي تعليم جنگ کي تيز ڪرڻ جو مرڪز هوندي آهي. اسان جو ضروري مقصد آهي سوشلسٽ سماج جي تعمير ڪرڻ، پورهيتن ۾ سيني ماڻهن جي رهڻ ۾ ڪم ڪرڻ وارين جاين کي بهتر بنايون ۾ آفريڪا جي پوئين حڪومت تحت سوشلسٽ سماج قائم ڪرڻ.

هر پرتي ٽيل کي پنهنجي تربيت دوران ڪلاسن ۾ حاضر رهڻو پوندو. جتي اسان جي جدوجهد جا مختلف نظرياتي پهلو سمجهايا ۾ بحث ڪيا ويندا. اهي هنن ڪمن جو مطالعو پڻ ڪندا.

مثال طور:

(1) آفريڪي تاريخ

(2) متحد آفريڪيت

(3) سوشلزم (دنيا ۾ آفريڪي حوالي سان)

(4) سامراج ۾ جديد بيٺڪيت

استاد نون پرتي ٽيلن کي همٿائيندا تہ هو سماجي، معاشي يا مذهبي مسئلو جيڪو کين پسند هجي ان تي پنهنجا خيال پيش ڪن آفريڪا جي مختلف حصن کان پرتي ڪيلن جي وچ ۾ بحث مباحثو انهن ۾ لڳاءُ، گڏيل سوچ ۾ گڏيل آفريڪي آزادي ۾ بڌي لاءِ جذبو پيدا ڪندو.

## اڳواڻي: LEADERSHIP

(AAPRA) جي قوتن جي انسان دوست ماهيت نوڙي واري طريقي تحت نہ آهي پر اسان جون قوتون تمام سني منصوبہ بندي ٽيل ذهين ۾ مقصد وارن ماڻهن جي انقلابي قوت آهي، بي وقتائتي ۾ حڪمراني ڪندڙ سوچ جيڪا پئرامڊ وانگر انتظاميا هلائڻ چاهي ٿي. اها صرف طاقت کي حاصل ڪرڻ لاءِ وچئين طبقي جي سوچ هوندي آهي.

اهو ضروري آهي تہ ڪجهہ ماڻهو هجن جيڪي ڪمانڊ ڪن ۾ انهي جو حل ڪيويا جي انقلاب کان حاصل ڪري سگهجي ٿو جتي فوجي عهدا ليفٽيننٽ کان شروع ٿين ٿا. جتي سپاهيءَ کان پوءِ سڌو سنئون ليفٽيننٽ ٿي سگهي ٿو. پر اهو تڏهن جڏهن جدوجهد دوران هن ۾ محرڪ عمل ۾ بهادري هجي.

اسان جي انقلابي وڙهندڙ تمام گهڻو تربيت يافته. پاڻ تي پروسو ڪندڙ هجي. جيڪڏهن ضرورت پوي ته ذميواري به ڪٽي سگهجي ٿي.

اختيار ۽ اختياري مڃيندڙ ڪنهن به تنظيم ۾ ضروري آهن. اهو فوجي ڪمن ۾ ته خاص اهم آهي. جو ته اتي ضابطو ضروري آهي. اڳواڻن ۾ نظرياتي هڪجهڙائي هجي. گوريلا اڳواڻن کي عوام کان ڌار ڪري نه پر گڏ ڏسڻ گهرجي. ڪوبه گوريلا اڳواڻ ڪيترو به ڄاڻو هجي پر وفادار ضابطي وارن ماڻهن جن کي جنگ جي ٽوري به ڄاڻ آهي. جيڪي هر قرباني لاءِ تيار آهن ۽ انهن کي پنهنجي اڳواڻن تي اعتبار آهي، انهن کان بغير ڪامياب ٿي نٿو سگهي.

عوام تاريخ ٺاهيندڙ آهي ۽ اهي ئي آهن جيڪي آخري چند ڇاڻ ۾ جنگيون ڪٽڻ يا هارائن ٿا.

اسان جي هٿياربند قوتن جا اڳواڻ اسان جي عظيم آزادي جي جدوجهد جي سياسي اڳواڻي جا نمائندا هوندا آهن ۽ اهي ئي آفريڪي قوم جي بنيادي پلاٽي جي وضاحت ڪري سگهندا آهن.

## (ت) اسان جون افرادي قوتون: OUR HUMAN FORCES

(1) هتي ڪيترائي منجهيل گهٽ وڌ ٿيندڙ هڪ بئي ۾ هڪ بئي تي دارومدار رکندڙ سماجي معاشي گروپ موجود آهن.

(2) پيداوار جا ذريعا به اڃا ترقي ڪيل نه آهن.

هتي ڪيترائي سماجي گروپ آهن جيڪي بين کان وڌيڪ ترقي ڪيل آهن. انهن مان گهڻا وڌيڪ انقلابي آهن پر اتي ڪئپٽلين ۽ موقعي پرستن جو نماءُ انهن جي پيٽ ۾ گهڻو آهي.

اهو اسان جو مقصد هجڻ گهرجي ته آفريڪي سماج جي سيني حصن مان انقلابي قوتن کي مٿي آڻيون. اسان جي شروعاتي ڪوشش هارين، مزدورن ۽ سهڪاري سنگتن جي ميمبرن ڏانهن هجڻ گهرجي جن ۾ سياسي سجاڳي تمام گهٽي آهي.

(AACPC) ۽ (AAPRA) جيڪا سياسي، فوجي ۽ اسان جي متحد انقلابي محاذ جي تنظيم آهي. جيڪا پنهنجا ميمبر هيٺين ذريعن مان ڪٽندي.

(الف) هاري،

(ب) صنعت ۽ ڪاٽين جا مزدور

(ث) شعوري طرح اڳتي وڌيل پيٽي بورجوازي جيئن انقلابي پيٽي بورجوازي، جنهن مان ڪجهه ماڻهو جي هٿياربند قدم ڪي سامراجي جارحيت خلاف اڳتي وڌڻ ۽ حقيقي انقلابي جدوجهد ڪي پڻ منظم ۽ مدد ڪندا.

(د) شاگرد

(ح) ڪجهه سامراج مخالف مقامي بورجوازي جيئن محبت وطن بورجوازي،

(خ) سهڪاري ۽ هارين جون تحريڪون

(ج) قومپرست بيورو ڪريٽ بورجوازي،

(ر) باهريان انقلابي جيڪي دقيانوسي نظريي پنهنجي طبقاتي حيثيت کان بغاوت ڪري ايندا آهن. اهي گهڻو ڪري نوجوان مرد ۽ عورتون اعليٰ تعليم حاصل ڪيل هوندا آهن.

انهن مان ڪجهه قوتون ڪجهه عرصي لاءِ مظلوم ۽ ڪمزور هونديون آهن سندن معاشي ثقافتي ۽ تعليمي سطح هڪ ڪري نه هوندي آهي.

## هاري THE PEASENT

اسان جي آزاديءَ جي جدوجهد جو دارومدار گهڻو هارين جي سگهه تي هجڻ گهرجي.

(1) ڇاڪاڻ ته اسان جي آبادي جو گهڻو حصو هاري آهن.

(2) اسان جي انقلابي يونٽن کي پنهنجو پاڻ تي دارومدار رکڻ گهرجي.

ان لاءِ (هاري) کي انهن يونٽن جي ترقي ۾ ڦڙتائيءَ سان حصو وٺڻ گهرجي.

هارين کي انقلاب لاءِ قائل ڪرڻ حقيقت ۾ بنيادي ضرورت آهي.

سڀ کان پهريائين اسان کي خبرداري سان هارپ جي حالتن روائتي ۽ پيداواري لاڳاپن ۽ زراعتي ترقيءَ جي بنيادي مسئلن جي جانچ ڪرڻ گهرجي اهي تمام ضروري آهن ته:

(الف) زمين ۽ پاڻي جي موجوده سرشتي کي سڌاريو وڃي.

(ب) وڏي تعداد ۾ زرخيزائي ڪئي وڃي.

(ت) انفراديت جي بدران گڏيل سهڪاري پروگرام شروع ڪيا وڃن.
(ث) تحقيقات تي گهڻو توجهه ڏنو وڃي ۽
(ج) فني تربيت ڏياري وڃي.
ٿورن لفظن ۾ اسان کي هنن مسئلن سان منهن ڏيڻو پوندو.
(1) تعليمي مسئلا
(2) سرمائي جي سيڙپ جو مسئلو ۽
(3) موجوده پيداواري ذريعن جي جاءِ تي نون طريقن کي استعمال ۾ آڻڻ جو مسئلو.

انقلابي ڪيڊرس جو صرف اهو ڪم نہ آهي تہ زمين کي سڌارن پر ساڳي وقت هارين جي معاشي سگهہ کي جاڳائڻ ۽ انهيءَ کي زراعتي پيداوار ۽ ورچ ذريعي حاصل ڪن. اهي قوتون (هاري) گهڻي اڪثريت ۾ آهن. انهن کي مضبوط ۽ منظم ڪري سامراج، غربت خلاف ۽ آفريڪي سطح واري جدوجهد ۾ لاٿو وڃي.

## ڳوٺاڻو پورهيت: THE RURAL PROLETARIAT

زراعتي مزدور انقلابي مسئلن کي تمام جلدي سمجهي سگهن ٿا. اهي هي شيون جهڙوڪ ڪپهہ، ناريل، ڪافي ۽ ربڙ پيدا ڪن ٿا. اهي جدوجهد کان نہ لهرائيندا، ٻين لفظن ۾ اهي بين الاقوامي واپار ۽ صنعت جي محور اندر هوندا آهن.

اسان جي ٻهراڙي جو پورهيت گهڻو ڪري ابوجهہ هوندو آهي پر هيءَ پورهيت ڏهاڙي جديد معاشيات ۽ استحصال جي حقيقتن سان واقف ٿيندا رهندا آهن. سامراج جي اها اسان جي مادي ۽ انساني وسيلن جي استحصال ڪرڻ واري هڪ زنجير تحت ڳنڍيل حڪمت عملي آهي جنهن کي ٽوڙڻ جو اسان تعين ڪيو آهي.

اهو ڏکيو نہ آهي، جيڪڏهن زراعتي مزدور، زرعي فارمن ۾ ڪم ڪندڙ مال جي فارمن تي ڪم ڪندڙ يا نيم سهڪاري طريقي تحت زراعتي پيداوار ۾ ڪم ڪندڙ طئہ ڪن تہ استحصال جو خاتمو اچڻ گهرجي.
(الف) زراعت جي ترقي کي جديد ۽ تيز ڪيو وڃي.

(ب) ڪم ڪرڻ جون حالتون پورهيتن ۽ هارين لاءِ سڌاريون وڃن. (الف) ۽ (ب) حالتون اسان جي علائقي ۾ صنعت لاءِ پاڻ پر و تيڻ لاءِ ضروري آهن.

## اڳتي وڌيل پيداواري حصن تي جديد بيٺڪيت جو ڪنٽرول

## NEO-COLONIALIST CONTROL OVER THE ADVANCED SECTOR OF PRODUCTION

اهو اسان کي ياد رکڻ گهرجي تہ سامراج جديد بيٺڪيت واري مرحلي ۾ خاص ڪري آفريڪا ۾ تمام گهڻو منافو اڳتي وڌيل پيداواري ذريعن تي قبضو ڪري حاصل ڪري ٿو جنهن ۾

(الف) کاڻيون.

(ب) ڪارخانا.

(ت) تجارت.

(ث) ريزڪي واپار.

(ج) ٽرانسپورٽ ۽

(ح) ماهي گيري شامل آهي.

اهي مٿيان سيڪٽر 90 سيڪڙو مغربي سرمائي کي آفريڪا ۾ سيڙائڻ جو سبب بنجن ٿا. اهي ئي جديد بيٺڪيت جي وڌڻ جا بنيادي سبب آهن. سامراج زراعت مان وڏي پئماني تي سيڙپ گهٽائي رهيو آهي. انهي (سيڪٽر) کي مقامي عنصرن جي لاءِ ڇڏي رهيو آهي. انهي ۾ سامراج کا چڱائي نٿو رکي پر پنهنجو توجهہ انهن سيڪٽرن ڏانهن وڌيڪ ڏئي ٿو. جيڪي سندس فائدن لاءِ مناسب آهن.

حقيقت ۾ آفريڪي آبادي جي اڪثريت زراعتي آهي.

(1) زراعت جو سيڪٽر عام طرح تمام گهڻو پيداواري نہ آهي ڇو تہ ان جي سڌاري لاءِ جديد اپاءُ وڏي پئماني تي استعمال نہ ڪيا ويا آهن.

(2) زراعتي پيداوار جي سڌاري لاءِ گهڻي سرمائي سيڙائڻ جي ضرورت آهي جيڪو ڊگهي مدد لاءِ هجي. مثال طور آبپاشي جون اسڪيمون تربيتي مرڪزن جو جڙڻ, پاڻي جو استعمال ۽ زراعتي مشينري جي خريدڻ لاءِ تمام گهڻي سرمائي ۽ اعليٰ تنظيم جي ضرورت آهي.

(3) سامراج جي جديد بيٺڪيت لاءِ هي مساوات آهي تہ:

منصوبہ بندي ـ آبادڪاري ـ بيٺڪيت

سامراج (معاشي طور) ترقي ڪيل بينڪيت اندر زراعتي استحصال ڪرڻ لاءِ توجهہ نہ ڏنو آهي. آفريڪا ۾ ڪن رياستن ۾ آبادڪارن ڪي تڙيو ناهي ويو. جيئن الجيريا ۾ هاڻي ڏاريا انهن سيڪٽرن ۾ جيڪي نفسياتي طور گهٽ خطري وارا آهن انهن ۾ وري پنهنجي حيثيت بحال ڪرڻ لاءِ سرگرم ٿي رهيا آهن يا پنهنجون ملڪيتون متئين طبقي جي ماڻهن کي وڪرو ڪري رهيا آهن. اها حالت آفريڪا جي ڪن ملڪن ۾ تمام گهٽي ڏڪائيندڙ آهي جو زمين اڃا تائين ڏارين جي قبضي ۾ آهي.

موجوده سامراجي مقصد انهي مان ڏسي سگهجن ٿا تہ 2/3 سرمايو جيڪي آفريڪا اندر مکيہ سرمائيدار ملڪن (آمريڪا، برطانيا، اولهہ جرمني، فرانس، اٽلي ۽ جپان) رڊيشيا ۽ ڪئٽن گا ۾ سيڙايو ويو آهي اهو ضروري نہ آهي تہ انهن رياستن ۾ ڪهڙي قسم جي حڪومت آهي پر اهو مغربي سرمايو انهي ڪري اتي سيڙايو ويو آهي. چو تہ اهي علائقا معدنياتي صنعتي (سياسي ـ فوجي) حڪمت عملي لاءِ اسان جي ڪنڌ ۾ شهہ رڳ واري حيثيت ۾ آهن. بيو مکيہ مفاد اترئين صحرا (NORTHEN SAHRA) آهي، جنهن ۾ تيل، گئس، مئگنيز ۽ لوهہ آهي. باقي مغربي سرمايو واپاري ڏنڌن ۽ اهڙين بين منصوبن ۾ سيڙايو وڃي ٿو جيڪو تمام دقيانوسي طريقي ۽ بدعنواني تحت هلي رهيا آهن.

تمام وڏيون واپاريون فرمون (SCOA, UTC, UAC, PZ) آفريڪا ۾ آهن، جيڪي پنهنجي منافعي جو اظهار ڪمپني رپورٽن ۾ ڏيکارين ٿيون. انهيءَ جو سبب اهو آهي تہ اسان انهن کي هڪ آزاد موقعو فراهم ڪيو آهي. انهن ڪمپنين خريدارن اندر تهذيب ۽ جديديت جي نالي ۾ هڪ بينڪي عادت پيدا ڪئي آهي.

هاڻ اسان انهي ڳالهہ تي پهتاسين تہ:

(1) اسان جي جدوجهد جو بنياد اڪثريت کي سرگرم عمل ڪرڻ تي آهي (جيئن پورهيت ۽ هاري)

(2) اسان کي ساڳي وقت سامراج ۽ جديد بينڪيت جي استحصالي مرڪز کي ختم ڪري پورهيت کي پنهنجي طرف آڻڻ گهرجي.

اسان کي اسان جي ڏرتي جو هڪ هڪ انچ هر ڪاڻ ۽ هر وقت صنعت حاصل ڪرڻ گهرجي.

## کاڻ صنعت ۽ واپار جا پورهيت
## WORKERS IN THE MINES, INDUSTRIES AND TRADE

صنعتي پورهيت اسان جي جدوجهد ۾ اهم آهن ڇاڪاڻ تہ هن سيڪٽر ۾ پورهيت:

(1) جديد بينڪيت جي برقرار رهڻ لاءِ لازمي قوت آهن جيئن ہين معاشي مفادن سان گڏ آفريڪا جو استحصال جاري رکڻ وغيره.

(2) معاشي ۽ سماجي انقلاب ۾ اها اسان جي قوت سامراج جي خلاف ويڙهہ ۾ اسان جي ڀرپور سگهہ آهي.

مڪيہ معاشي سيڪٽرن ۾ پورهيتن کي قائل ڪري انهن کي منظم ڪري انقلابي جدوجهد ۾ شامل ڪرڻ کي ڪيترن ئي حقيقي ترقي پسندن تسليم ڪيو آهي.

پر هاڻي هڪ ڏند ڪٿا جي ذريعي مونجهارو پيدا ڪيو ويو آهي تہ آفريڪا ۾ پورهيت طبقو موجود نہ آهي. اها ڏند ڪٿا آفريڪي سياسي "شخصيتن" پکيڙي آهي. جيڪي گهڻو ڪري حڪومت ۾ آهن يا ڪنهن موقعي پرست پيٽي بورزوازي نظر ايندڙ پارٽي ۾ آهن. انهن کي اندر ۾ عوام کان خوف هوندو آهي ايئن نہ هوندو آهي تہ حقيقتون انهن کي نظر نٿيون اچن پر اهي شعوري طرح انهن سماجي قوتن جو انڪار ڪن ٿا ڇو تہ انهن جو اڳتي وڌڻ انهي نظام جي تباهي هوندي آهي، جنهن جي ذريعي هو دولت ۽ ترجيح حاصل ڪن ٿا.

ايتريقدر جو ڪٺ پتلي حڪومت اندر بہ سامراج پورهيت طبقي کي شامل ڪرڻ کان نٽائيندو آهي.

(الف) انگريزن (TUC) صلاحڪار پنهنجن ڪالونين ۾ رکيا جيئن ٽريڊ يونينون مغربي سرمائيدار ٽريڊ يونين جي معيار جهڙيون ٿهي سگهن.

ڪنٽپتلين ۽ مقامي ايجنٽن استحصال ٿيندڙ طبقي کي مڃڻ کان انڪار ڪيو آهي اهو طبقو هاڻي آفريڪا ۾ پيدا ٿي چڪو آهي. اها ٻي ڳالهہ آهي تہ انهن پنهنجو پاڻ کي سڃاتو نہ آهي تہ هو ئي رهبر آهي.

اهي پورهيت کي ڏسڻ کان انڪار ڪن ٿا ۽ هو سمجهن ٿا تہ اهڙي نموني هو پورهيتن جي نظرن کان بچندا جيڪي کين ختم ڪرڻ چاهين ٿا.

پر اها حقيقت آهي تہ اهي "شاهي" ماڻهو گهڻي وقت تائين پنهنجو منهن واريءَ ۾ لڪائي نٿا سگهن.

اهي آفريڪي ايجنٽ پورهيتن کي تمام جلد رعايتون ڏئي حقيقتن کان نتائڻ چاهين ٿا ۽ پورهيت تحريڪ کي ٽوڙڻ لاءِ ڪٺپتلي ٽريڊ يونينون ٺاهن ٿا جنهن ۾:

(1) ملازمن جون ٽريڊ يونينون،

(2) ڪلارڪن جون ٽريڊ يونينون.

انهي تي ڪنٽرول انهن ماڻهن جو هوندو آهي جيڪي ڪڏهن بہ پيداواري طريقي ۾ شامل نہ رهيا آهن ۽ اهي ئي پورهيت تحريڪ لاءِ زهر آهن.

(3) يونينون، جن جي اڳواڻي بدعنوان اڳواڻن وٽ هوندي آهي.

انقلابي جدوجهد ۾ پورهيتن جي اهم حيثيت هجڻ ڪري جديد ـ بينڪيت انهن تي تمام گهڻو توجهہ ڏيندي آهي. انهن کي سنو معاوضو ڏنو ويندو آهي ۽ محسوس ڪرايو ويندو آهي تہ جيڪڏهن سامراج هليو ويو تہ اهي بيروزگار ٿي ويندا. ڪن حالتن ۾ انهن کي تہ گهٽ اڳهن تي گهر ۽ ٻيون آسائشون انهن کي خوش رکڻ لاءِ ڏنيون وينديون آهن. ٻي طرف سندن استحصال جاري رهندو آهي ۽ کين اهو بہ محسوس ڪرايو ويندو آهي تہ اهي "تحفظ" ۾ آهن ۽ سٺي زندگي گذاري رهيا آهن. انهن ۾ اهو خيال ويهاريو ويندو آهي تہ هو ڪجهہ نہ ڪجهہ سامراجي طريقي واري زندگي گذارڻ سان حاصل ڪري سگهن ٿا پر انقلاب ۾ هو هر شيءِ وڃائي ويهندا.

هاڻي اسان لاءِ اهو مسئلو آهي تہ اسان پورهيتن جي سندن سماجي حيثيت مطابق ورڇ ڪريون. اهو مسئلو ڪجهہ ڏکيو آهي، ٻي طرف انقلاب ۾ سوين هزارين آفريڪي پورهيت حصو وٺڻ چاهين ٿا. جيڪي پنهنجن حالتن کان واقف ٿي چڪا آهن.

## پورهيتن کي پاڻ سان رکڻ لاءِ جديد ـ بينڪيت جون ڪوششون

## NEO-COLONIALIST ATTEMPTS AT INTEGRATION

سڀ کان وڏي ڪوشش دشمن جي اها هوندي آهي تہ هو پورهيتن کي جديد ـ بينڪيت، سرمائيدار طريقي تحت استحصال ٿيندڙ نظام ۾ شامل

ڪري ۽ انهيءَ کي وري نام نهاد ”آفريڪيت“ جو نالو ڏنو ويندو آهي، جنهن ۾ ڌارين پورهيتن جي برابر پگهارون ڏيڻ جو واعدو ڪيو ويندو آهي.

اسان جي پورهيتن جو مسئلو اهو نه آهي ته مغربي پورهيت کي هن کان معاوضو ٽيڻو يا پنجوڻون ٿو ملي پر سندس مسئلو اهو آهي ته هن جو استحصال ٿي رهيو آهي. سامراج ـ سرمائيدار طريقي ۾ ڪڏهن به مڪمل پاڻ پرائي حاصل ڪري نٿي سگهجي.

انهيءَ طريقي کي جيڪڏهن للڪاريو نه ويو ته اهو وڌيڪ تيز ۽ مضبوط ٿيندو ويندو ۽ اهڙي طرح دشمن لاءِ وڌيڪ فائديمند ٿيندو ويندو.

## پگهارن جي پويان سچ:

THE TRUTH BEHIND THE SALARIES

ذڪرڻ آفريڪا ۾ جتي آفريڪي پورهيت غلاميءَ وارين حالتن ۾ رهن ٿا. فسطائي، نسل پرست حڪومت ڪاٽين ۽ صنعتن ۾ ڪم ڪندڙ پورهيتن کي ٻين آفريڪين کان وڌيڪ معاوضو ڏئي ٿي. هاڻي انهيءَ مان اهو ثابت نٿو ٿئي ته ظالم حڪومتي ٽولي کان پورهيتن ڪجهه حاصل ڪيو. يا انهن کي ٻين آفريڪي پورهيتن جي ڀيٽ ۾ ”ترجيح“ حاصل آهي پر اهي پگهارون انهي ڳالهه جو ظاهر ظهور اشارو آهن ته دشمن انهي قوت ڪانسواءِ بينڪيت ۽ جديد بينڪيت ۾ ڪجهه نٿو ڪري سگهي. مثال طور جيڪڏهن آفريڪي ڪاٽيون ڪوٽيندڙ پنهنجي محنت ملڪي معاشيات ۾ استعمال نه ڪن ته ملڪي اقتصاديات مڪمل طور (PRALYSE) سُنُ ٿي ويندي اها ئي آفريڪي پورهيتن جي سياسي سگهه آهي. جيڪا اجا تائين اسان جي پورهيتن محسوس نه ڪئي آهي.

موجوده وقت ۾ اهو ظاهر پيو ٿئي ته آفريڪي پورهيتن صرف پگهارون وڌائڻ جي لاءِ هڙتالون ڪرڻ لاءِ تيار آهن انهي حالت ۾ هيٺين ٻن ڳالهين مان هڪ ڳالهه ضرور آهي:

(1) جن جاين تي جن حالتن ۾ هو ڪم ڪري رهيا آهن انهي عمل ڪانسواءِ هو ڪو ٻيو عمل نٿا ڪري سگهن.

(2) يا اجا تائين انهن اهو نه ڄاتو آهي ته ٻيو ڪجهه ڪرڻو آهي.

پهرئين حالت دشمن جي طرفان ورتل اپائن جو نتيجو آهي ٻي حالت دشمن جي اپاءُ ۾ انقلابي گهٽتائي جو نتيجو آهي:

(الف) دشمن کي ڊپ سان گڏ ضرورت هوندي آهي. ان لاءِ هو گهٽ ۾ گهٽ ڪري دانشور ۽ هنرمند پورهيتن کي اڻ ڄاڻايت واري حالت ۾ رکڻ لاءِ انهن جون گرفتاريون ڪندو آهي.

(ب) آفريڪي انقلابي اڃا تائين پورهيتن کي اهو سمجهائي نه سگهيا آهن ته آزادي جي جدوجهد ۾ هو ڪيترو ڪردار ادا ڪري سگهن ٿا.

تمام اپريل حالتن تحت خالص معاشي جدوجهد کي مثبت اثر آهي خاص ڪري انهن علائقن ۾ جتي ڪاٽيون ۽ صنعتون آهن انقلابي آزاديءَ جي تحريڪ جي اڳواڻن لاءِ ضروري آهي ته:

(1) سچ ظاهر ڪن.

(2) آفريڪي پورهيتن سان ويجهو ۽ سرگرم واسطو رکن.

(3) آفريڪي پورهيت تحريڪ کي منظم طريقي سان قومي جدوجهد سان جوڙن. انهيءَ جدوجهد جو مقصد مڪمل طور سامراج مخالف تحريڪ ۽ ڪنڊ سطح تي سوشلزم لاءِ جدوجهد ڪرڻ شامل هجي.

## سامراجي گرن جي ناڪامي:

FALURE OF IMPERIALIST TACTS

پورهيتن کي پنهنجي حقيقي طاقت کان اڻ واقف رکڻ. انهن کي جديد بينڪيت اندر منظم ٿيڻ کان روڪڻ. پورهيتن تحريڪ کي ٽوڙڻ ۽ آفريڪي سماج جي حقيقتن کان پري رکڻ شامل هوندو آهي. انهن کي ناڪام ڪرڻ لاءِ اهو لازمي آهي ته آفريڪي پورهيتن کي تحرڪ ۾ آڻجي.

## پورهيت تحريڪ ۽ انقلابي حڪمت عملي

THE WORRKER MOVEMENT & REVOLUTIONARY STRATEGY

انهي علائقن ۾ جتي دشمن جو ڪنٽرول هوندو آهي. انهيءَ علائقي جي اقتصادي سيڪٽر ۾ پورهيت

(1) عوام کان مڪمل طرح ڌار نه هوندو آهي.

(2) ورڪنگ سائيٽ تي مستقل طور نہ رهندو آهي.

دشمن جي مکيہ معاشي جڳهن تي ڪافي حصو رولو مزدورن جو آهي. اهو ڳوٺن، واهڻن ۽ ڀين پرپاسي وارن علائقن مان ڪارخانن، ڪاٽين، باغن، پورٽ ۽ ٽرانسپورٽ مرڪزن تي ڪجهہ وقت لاءِ ڪم ڪرڻ اچن ٿا. انهن سان رابطو تڏهن ٿئي ٿو جڏهن واپس وڃن ٿا. اهو وري تڏهن بحال ٿيندو آهي جڏهن هو وري واپس ڪم تي اچن ٿا.

انهي رولائپ (MOBILITY) کي دشمن شعوري طرح پنهنجي فائدي لاءِ استعمال ڪندو آ-ي جيئن اهي پورهيتن سان مڪمل سهڪار نہ ڪري سگهن.

رولائپ (MOBILITY) انقلابي تحريڪ ۾ پاڻ اهم جڳهہ رکي ٿي. رولو پورهيت ٻهراڙيءَ واري آبادي ۽ جديد بينڪيت وارن اقتصادي مرڪزن ۾ رابطو رکي سگهن ٿا.

جيڪڏهن اسان جي انقلابين کي انهن کي پڙهائڻ ۽ [illegible] ڪرڻ وارين جاين تي تڪليفون ڏسڻيون ٿيون پون تہ اهي انهن سان ڏينين هنڌن تي ملي سگهن ٿا.


چارٽ.8
تجارت جي صنعت ۾
ڪم ڪندڙ پورهيت
ننڍي پيماني تي ڪٽنب يا
سهڪاري نموني زراعتي پيداوار
(ڪندڙ پورهيت)
زرعي پورهيت
صنعتي
پورهيت
سامراجي ملڪن
۾ ڪم ڪندڙ
آفريڪي پورهيت
ٽرانسپورٽ
پورهيت
ڪاٺين ۾ ڪم
ڪندڙ پورهيت
سماجي
معاشي محور
پورهيت جي چرپر
جيڪا ڳوٺاڻي آبادي سان
مستقل ڳانڍاپو ڏسي ٿي

(1) ڪم تي وڃڻ وارن هنڌن (اسٽاپ وغيره) تي.

(2) اچڻ وڃڻ وارين جڳهن تي (هوٽل وغيره) ڪم تي وڃڻ وارن هنڌن تي ملڻ سان زور سياسي تعليم تي ڏيڻ گهرجي. جيڪڏهن هڪ دفعو پورهيت مسئلن کي سمجهي ويا تہ اهي گهمندڙ ڦرندڙ پروپئگنڊا ٽيمون سياسي هڙتال ۽ انقلابي نظرئي جو ڦهلاءُ ڪري دشمن جي معاشي شهہ رڳ تائين پهچي سگهجي ٿو.

پورهيت مختلف ذريعن ۽ سطحن تي انقلابي جدوجهد ۾ شامل ٿيندا آهن. حالتن تحت طريقا ۽ دليل تبديل ٿي سگهن ٿا. پورهيتن جو ڪوبہ اڳتي قدم اسان جي انقلابي تحريڪ جو حصو هوندو آهي. مثال طور:

(1) هي انٽر پرائيز جيڪي ڏارئي سرمائيدار جي ڪنٽرول ۾ آهن ۽ اتي پورهيت پگهارن جي واڌ لاءِ دعوي ڪري ٿو.

(2) اهي انٽر پرائيز جيڪي مقامي سرمائيدار جي ماتحت آهن ۽ اتي پورهيت هڙتالون ڪن ٿا.

(3) قومي ملڪيت ۾ يا اسٽيٽ انٽر پرائيز جتي پورهيت بهتر ڪم ڪرڻ وارين حالتن لاءِ گهر ڪن ٿا يا نالائق بدعنوان انتظاميا خلاف هٿيار کڻن ٿا.

اهي ٽئي ڏار ڏارجنگيون عظيم انقلابي آزادي جي جدوجهد جي حصي طور اسان جي سياسي فوجي AAPRA ،AACPC تنظيم ماتحت وڙ هيون وڃن ٿيون.

## شاگردن جو ڪردار: THE ROLE OF STUDENTS

نوجوان انقلاب سان واسطو رکي ٿو اسان جون يونيورسٽيون، ڪاليج ۽ اسڪول دشمن جي علائقي ۾ ۽ انهن علائقن ۾ جتي دشمن سان ويڙهہ جاري آهي، انقلابي احتجاج جا مرڪز ٿي سگهن ٿا. شاگردن کي پورهيتن سان ويجهو رابطو رکڻ گهرجي. اهي پورهيتن کي مظاهرن، هڙتالن، بائيڪاٽن ۽ هٿياربند قدم کڻڻ لاءِ پڻ ضروري مدد ڪري سگهن ٿا.

شاگرد پورهيت سان سهڪار انقلاب دشمن جي جوڙجڪ کي مڪمل بي اثر ۽ تبديل ڪري سگهي ٿو.

آزاد ٿيل علائقن ۾ شاگرد مستقل طور انقلاب کي اڳتي وڌائڻ ۾ ان جا محافظ بنجن ۾ ان سان گڏ ڪنڊ ليول تي مڪمل آزاديءَ ۾ پڌيءَ جو مستقبل نوجوان تي دارومدار رکي ٿو.

## قومپرست بورجوازي:

THE NATIONALIST BOURGEOISIE

تعداد جي لحاظ کان هي سامراج مخالف مقامي بورجوازي ٿورو هوندو آهي پر هي اسان جي آزاديءَ جي تحريڪ خاص ڪري انهن علائقن ۾ جتي دشمن سان ويڙهه جاري آهي اتي اهم ڪردار ادا ڪري سگهي ٿو.
مثال طور: اهو انهي حالت ۾ هوندو آهي تہ ڪٺ پتلي حڪومت جا اصلي سامراجي مالڪ ظاهر ڪري ۽ سامراج مخالف جدوجهد جي مدد ڪري انهن جي سماجي حيثيت ۽ محب وطني عزت لهڻي پر ساڳي وقت اهي نڪما انقلابي ۽ ترجيح يافتہ هوندا آهن. جنهن جي ڪري انهن کي اسان جي سوشلسٽ مقصدن سان همدردي نہ هوندي آهي. انهي ڳالهہ تي اسان جا انقلابي مايوس نہ ٿين. اهي اسان جي ٻن مقصدن آزادي ۽ پڌيءَ تائين پرپور مدد ڪندا ۽ انهن مان گهڻا جدوجهد دوران سوشلزم جي ضرورت جا قائل ٿي ويندا.

## ٻاهريان انقلابي

REVOLUTIONARY OUTSIDERS

ٻاهرين انقلابين ۾ هي اچي وڃن ٿا.
(1) اهي آفريڪي جيڪي پنهنجي مٿانهين طبقاتي نظرئي کان باغي ٿيا آهن.
(2) اهي آفريڪي مرد ۽ عورتون جيڪي سياسي اختلاف جي ڪري ملڪ کان ٻاهر رهن ٿا.
(3) اهي ڌاريا جيڪي مختلف سببن جي ڪري آفريڪي انقلاب ۾ دلچسپي رکن ٿا ۽ انقلابي جدوجهد ۾ سرگرم ٿي حصو وٺڻ چاهين ٿا.
اسان جي عظيم جدوجهد ۾ سڀني ماڻهن لاءِ جڳهہ آهي اسان جا مقصد ساڳيا آهن ان لاءِ ماڻهن جي قوت کي فيصلا ڪن، انقلابي لچڪدار ۽ گهڻ طرفي حملو ڪندڙ قوت ۾ تبديل ڪيون.

## عورتن جو ڪردار: THE ROLE OF WOMEN

آفريڪي عورتن اڳ ۾ ئي پنهنجو پاڻ کي انقلابي جدوجهد ۾ اهم ڏيکاريو پنهنجن مختلف ملڪن اندر انهن آزادي جي مدد ڪئي آهي. ڪن حالتن ۾ سندن مظاهرن ۾ حصو وٺڻ ۽ اهڙن ٻين سياسي عملن مثبت نتيجو ڇڏيو آهي. انهن جو هڪ سٺو انقلابي رڪارڊ رهيو آهي. اهي پنهنجي سياسي فوجي تنظيم لاءِ مکيه قوتون آهن.

سڀ کان پهريائين اهو ضروري آهي ته اسين جيڪي عورت جي فطرت کي انقلابي جدوجهد جي حوالي سان جانچيون ۽ پوءِ طئه ڪيون ته اهي ڪيئن سٺي نموني سان ڪم ڪري ۽ اڳتي وڌي سگهن ٿيون.

هيٺ هڪ ترتيب ڏنل سوال نامو آهي. جنهن ۾ اسان جا انقلابي ڪيڊرس ضروري ڳالهيون آفريڪي سماج ۾ عورت جي حالت جانچيندا.

(1) شمارياتي ۽ خاصياتي حوالي سان آفريڪي عورت جي روائتي نسل سماج اندر هن جي ڪهڙي حيثيت آهي؟

هن جي حيثيت بينڪيت جديد بينڪيت دوران يورپي عيسائيت ۽ اسلام ۾ ڪهڙي آهي؟

(2) هن جو مظلوميت واري حيثيت سان سامراج سان ڪهڙو ڳانڍاپو آهي؟

انهي ڳانڍاپي کي اسين پنهنجي انقلاب لاءِ ڪيئن استعمال ڪيون؟

اهي واسطا گهٽو ڪري معاشي هوندا آهن مثال طور پرڏيهي واپاري فرم ۾ ڪم ڪندڙن جا تعلقات معاشي هوندا آهن ڪن حالتن ۾ اهي واسطا ذاتي هوندا آهن. بينڪيت ۽ جديد بينڪيت ۾ چڪلو پئسي وارن ماڻهن سان ذاتي ۽ معاشي واسطو رکڻ جو سبب بڻجي ٿو. انهن واسطن کي جاسوسي جي حوالي سان سياسي طور استعمال ڪري سگهجي ٿو.

(3) آفريڪي عورتن جي ڏکهي انقلابي جدوجهد ۾ ڪردار روائتي نسلي هنڌن کان اچڻ ۽ ان سان گڏ سندن حقن ۽ فرضن جي ڪهڙي اهميت آهي؟

سندن جدوجهد ۾ حصو وٺڻ، ڪين جي خيال ۽ خوشيءَ تي ڪيترو اثر انداز ٿئي ٿو.

(4) هن جي پيداواري ڪم ۾ ڪهڙي اهميت آهي؟

(5) ڇا هوءَ محنت ڪرڻ جي لائق آهي؟ ڪهڙي نسبت سان؟

(6) جاگيرداريت ۾ هڪ ئي وقت هڪ کان وڌيڪ زالون رکڻ ۾ آفريڪي عورت جي ڪهڙي حالت آهي؟ ڇا انهي طريقي سان آفريڪي عورتن جو استحصال ٿي رهيو آهي.

(7) ڇا انهن حالتن اندر ڇئي سگهجي ٿو تہ آفريڪا ۾ عورتون مارڪسي خيال کان طبقاتي ۽ عورت جي حوالي سان ٻئي استحصال جو شڪار آهن.

هر سماجي، نسلي گروپ جي چند ڇاڻ ڪرڻ ڪانپوءِ مثبت جواب اچن تا ۽ منفي جوابن لاءِ اسان کي انهن جي ماهيت جانچڻ گهرجي. اسان جو آخري مقصد جيڪو سڄي آفريڪا ۾ ساڳيو آهي تہ آفريڪي عورتن ۾ انقلابي هلچل پيدا ڪريون.

## عورتون دشمن جي علائقي ۾:

WOMEN IN ENEMY HELD ZONES

عورتن کي دشمن جي قبضي ۾ آيل علائقي ۾ سياسي ۽ تنظيمي ڪم ڪرڻ گهرجي. عورتن کي ملڪ جي نوجوانن مٿان سٺو اثر حاصل آهي، ڇو تہ اهي آزاديءَ لاءِ وڙهندڙن جون زالون، ڀينرون ۽ مائرون آهن. انهي ڪري انهن کي انقلابي جدوجهد ۾ شريڪ ڪيو وڃي.

ڪنهن بہ ملڪ جي انقلابي جاڳرتا اتان جي عورتن جي سياسي پختگي مان لڳائي سگهجي ٿو.

اهي انهي ياڙيتو سپاهين جي اخلاقي ۽ ڏيوال پٽي، ذاتي مفاد، بدڪرداري کي پنهنجي مفاد ۾ استعمال ڪري سگهن ٿيون.

## عورتون (انقلابي) اڏن ۽ آزاد ٿيل علائقن ۾:

WOMEN IN THE BASIS AND LIBERATED AREAS

هنن علائقن ۾ عورتون ۽ اڏڙوٿ عورتون ميل جول جي طريقي کي برقرار رکن. پاڻ ۾ پري ٿيڻ ۽ منهن ڏيڻ واري حالت کي يقيني بنائين. هنن علائقن ۾ مرد هر وقت جنگ لاءِ تيار هجن.

## عورتن جي تربيت: THE TRAINING OF WOMEN

جيڪڏهن عورتون جسماني، سماجي، نظرياتي معيار جيڪي (IDEOLOGICAL STANDARED) جي پرتي ۽ ڪنٽرول ڪميشن مقرر ڪيا آهن. اهي پورا ڪن ٿيون تہ اهي تربيتي مرڪزن ۾

ساڳي حيثيت سان شامل ٿي سگهن ٿيون. عورتن کي مردن واريون جوابداريون ۽ اختيار پڻ سونپي سگهجن ٿا. عورتن لاءِ ڪورس سندن صلاحيتن ۽ جساني قوت تحت ترتيب ڏنو ويندو پر گهٽ زور هيٺين ڳالهين تي ڏنو ويندو.

(الف) **سياسي هدايتون**: POLITICAL INSTRUCTIONS

(1) پروپيگنڊا لاءِ عورتن کان هيٺيان ڪم ورتا وڃن.

(الف) ننڍا پمفليٽ ٺهرائڻ.

(ب) مقامي آبادي ۾ اخبارون، شيٽون، نعرا ۽ هدايتون ورهائڻ ۽ سمجهائڻ.

(ج) اثر ڇڏيندڙ سانحن کي ڊرامائڻ، جدوجهد ۾ قربان ٿيندڙن جي جنازي کي سياسي طور استعمال ڪرڻ، مظاهرا ڪرڻ، پلي ڪارڊ، بئنرءِ اهڙيون شيون ٺاهڻ وغيره.

(2) **جاسوسي**

مثال طور بورزوازي واپاري ۽ مارڪيٽ ۾ ڪم ڪندڙ عورتون پنهنجي ڏنڏي جي حوالي سان پيغام، هٿيار، جاسوسي رپورٽون هڪ هنڌان ٻئي هنڌ پهچائي سگهن ٿيون.

(3) **مترجم**

عورتون جيڪي هڪ کان وڌيڪ ٻوليون ڳالهائي سگهن ٿيون. اهي قيدين کان پڇا ڳاڇا ۽ مترجم طور ڪم ڪري سگهن ٿيون.

(4) انتظامي انصاف ۽ سيڪريٽري وارن ڪمن لاءِ عورتن کي ڪم آڻي سگهجي ٿو. عورتن کي لوڪل حڪومت ۾ مردن بدران ڪم ڪرڻ لاءِ تربيت ڏيارجي ۽ (AAPRA) ۽ (AACPC) کي اعتماد وارن ۽ محنتي سيڪريٽرين جي ضرورت هوندي آهي. جيڪي رڪارڊ رکڻ ۽ ضروري آفيسن جي ڪمن لاءِ هجن اهي ڪم عورتن کان وٺي سگهجن ٿا.

(ب) **تعليم**: EDUCATION

نرسري ۽ پرائمري اسڪول هر پيداواري يونٽ ۾ هجڻ گهرجن. ورڪشاپ ۽ ميڊيڪل مرڪز عورتن طرفان منظم ڪيا وڃن.

انهن اسڪولن ۾

(الف) پورهيتن جا ٻار.
(ب، جدوجهد دوران شهيد، آزادي لاءِ وڙهندڙن ۽
(ت) مقامي آباديءَ جا ٻار تعليم حاصل ڪندا.
پرائمري ۽ نرسري اسڪولن جي استادن جي مدد پورهيت مائرون ڪنديون، جيئن ٻارن جي سنڀال وغيره ڪرڻ.
هر پيداواري يونٽ هڪ پڙهڻ لاءِ همٿائيندڙ گروپ چونڊي جيڪو بالغن کي ڪم ڪرڻ وارن ڪلاڪن کانپوءِ پڙهڻ لاءِ قائل ڪري. انهي ۾ ملازم گهٽ ڪري سني موٽ ڏئي سگهن ٿا. انهيءَ ڪم لاءِ مختلف گروپن اندر چٽا ڀيٽي پڻ انهي ڪوشش کي وڌائيندي.
سيڪنڊري اسڪولن جو چار وڇائڻ گهرجي جن ۾ شام جو ليڪچر ۽ گڏيل بحث ٿيڻ گهرجي.

## (ت) ميڊيڪل تربيت: MEDICAL TRAINING

اسپتالون، ترت علاج مرڪز ٻارن جي ڀلائي جا مرڪز ۽ ڄمر روڪ ڪلينڪون اڏن وارن هنڌن تي قائم ڪجن. انهن ۾ گهٽ اسٽاف عورتن جو هجي.
نرسون مناسب گوريلا ٽريننگ سان مستقل طور عملي يونٽن سان هجڻ گهرجن.

## (ث) ڊرائيونگ هدايتون: DRIVING INSTRUCTIONS

اسان ڪنهن به مرد کي غير جنگي ڪم تي نتا لڳائي سگهون. ان لاءِ عورتن کي AAPRA ۽ AACPC تنظيم اندر جيڪي ڪارون، لاريون، جيپون ۽ ٻيون گاڏيون استعمال ٿين ٿيون، انهن کي انهن جي هلائڻ جي تربيت ڏني وڃي.

# قوتن کي رسد مهيا ڪرڻ

## THE PROVISINING OF AAPRA FORCES

### (1) خوراڪ:

مردن جو مڪمل طور يا ڪجهه وقت گوريلا سرگرمين رهڻ ڪري خوراڪ جي پيداوار ۽ ورڇ جو ڪم عورتن جي حوالي ڪيو وڃي: اهي

علائقا جيڪي اجا آزاد نہ ٿيا آهن، اتي آزاديءَ لاءِ وڙهندڙ مقامي عورتن کي همٿائڻ تہ هو خوراڪ جي پيداوار جو ڪم سنڀالين، جيئن وڌيڪ مدد مستقل طور گوريلا قوت ۾ شامل ڪري سگهجي. ٻني ٻاري، مڇي، خوراڪ گڏ ۽ محفوظ ڪرڻ جو ڪم عورتن طرفان ڪيو وڃي.

خوراڪ محفوظ ڪرڻ جو اهڙو طريقو اپنايو وڃي، جنهن ۾ وقت ۽ خرچ گهٽ ٿئي.

اتحادين جي مدد تي گهٽ ڀاڙيو وڃي، مقامي پيداوار کي ترقي وٺرائي وڃي.

مقامي آبادي خوراڪ مهيا ڪرڻ جو مکيہ ذريعو آهي پر گوريلن جو بنيادي مقصد آهي، مقامي ماڻهن جو وڌيڪ گوريلا يونٽن ۾ شامل ڪرڻ، انڪري عورتن کي مستقل طور خوراڪ پيدا ڪندڙ ۽ ورهائيندڙ سيڪٽرن ۾ مقرر ڪيو وڃي.

عورتون اڏن ۽ آزاد علائقن ۾ مستقل طور گهمندڙ ڦرندڙ ورڇ مرڪز، ڪينٽينون ۽ عوامي دڪان قائم ڪنديون.

(2) **ڪپڙا:**

عورتن کي اها تربيت ڏني ويندي تہ هو ورديون، ڪور، ٿيلها، بوٽ ۽ ٻيو اهڙو سامان ٺاهن، جنهن جي آزاديءَ جي وڙهندڙن کي ضرورت پوي ٿي.

(ت) **پروپئگينڊا:** PROPAGANDA

پروپئگنڊا، آزاديءَ جو ذريعو، وضاحت، اطلاع تعليم ۽ تحرڪ جو اوزار آهي.

پروپئگنڊا مان ٻہ مختلف پر بنيادي مقصد اسان جي جنگ جا حاصل ٿين ٿا.

(1) دشمن جي فوج کي ٽوڙڻ.

(2) پنهنجن ماڻهن کي سجاڳ ڪرڻ ۽ تحرڪ ۾ آڻڻ.

## دشمن کي ٽوڙڻ لاءِ پروپئگنڊا
## PROPAGANDA TO SUBVERT THE ENEMY

جنگ ڪان پهريان دشمن جي ذهنن تي حملو ڪيو وڃي، جيئن هو وڙهڻ جي جرئت وڃائي ويهن اهڙي طرح فيصلو جنگ شروع ٿيڻ ڪان اڳ ۾ ئي چڪو هوندو آهي. ان ڪانپوءِ انقلابي فوج، ٽڙيل پکڙيل ۽ اخلاقي ڏيوالي نڪتل فوج تي حملو ڪندي آهي.

انهيءَ قسم جي پروپئگنڊا جا ٻه مکيه مقصد آهن.

(الف) غير آفريڪي فوجين جي وڙهڻ جي صلاحيت اهو ظاهر ڪري ختم ڪئي ويندي آهي ته هن جنگ ۾ انهن جو ڪوبه فائدو نه آهي ۽ سندن شڪست يقيني آهي.

(ب) آفريڪي فوجي جيڪي دشمن طرفان غلط استعمال ٿي رهيا آهن. انهن جي AAPRA ۾ شامل ٿيڻ جي خواهش کي همٿائڻ.

ٻنهي مقصدن ۾ رابطي جي مشڪلات آهي، خاص ڪري انهن علائقن ۾ جيڪي دشمن جي ڪنٽرول ۾ آهن. اهڙن علائقن ۾ نشريات. پمفليٽ ۽ لڪل گڏجاڻيون ۽ بحث ڪجهه اهڙا طريقا آهن جيڪي اثر ڇڏي سگهن ٿا.

انقلابي جتي ڪليل نموني سان ڪم ڪري سگهن ٿا. اتي مختلف پروپئگنڊا جا ذريعا. جيئن ريڊيو. ٽيليويزن. سئنيما. پريس ۽ نمائش کي استعمال ڪري سگهجي ٿو.

## عوام لاءِ پروپئگنڊا: PROPAGANDA TO THE PEOPLE

هن پروپئگنڊا جا مقصد آهن.

(i) عوام خلاف دشمن جي سازش کي ظاهر ڪرڻ.

(ii) پنهنجو مقصد سمجهائڻ.

(iii) عوام کي تحرڪ ۾ آڻڻ. جيئن اهي ڪليل ذهن ۽ سرگرميءَ سان انقلابي جدوجهد ۾ حصو وٺن.

اهو ڪم ٻن سطحن تي ڪري سگهجي ٿو.

(1) **نظرياتي**:

عوام ۾ سجاڳي تيز ڪرڻ ۽ اها سجاڳي گھڻو ڪري مختلف عرصن ۾ وڌندي آهي.

(الف) آزادي ماڻڻ (بينڪيت مخالف، قومپرستي جي پرچار ڪرڻ)

(ب) اهو خيال عام ڪيو وڃي تہ "اسان جي خلاف ڪجھہ" ڪيو پيو وڃي (جديد بينڪيت جي استحصال خلاف جاڳائڻ.)

(ت) اهو محسوس ڪرايو وڃي تہ تبديلي آڻي سگھجي ٿي (بينڪيت مخالف شعور کي مٿانهون ڪرڻ)

(ث) عوام ۾ اهو خيال پيدا ڪيو وڃي تہ آزادي صرف عمل جي ذريعي حاصل ڪري سگھجي ٿي. (طاقت جي استعمال جي ضرورت، وڙهڻ جي جرئت پيدا ڪرڻ)

(2) عملي سطح تي تعليمي ڪم کي سياسي فوجي تنظيم (AAPRA – AACPC) ماتحت ڪيو وڃي. ان ڪانپوءِ انقلابي مقصدن لاءِ حقيقي سبب پيدا ڪيا وڃن.

ان لاءِ انقلابي جدوجهد لاءِ تجويز ڏنل خاڪو تفصيل سان.

چارٽ 5 تہ ڏرئي عمل جو منصوبو آهي. جيڪو تنظيم جي ماهيت ۽ عمل جو طريقو ڏيکاري ٿو.

جوڙجڪ الف سياسي اعليٰ ادارو آهي. جيڪو سياسي تعليم جاري رکي ٿو. هيءَ جوڙجڪ ڳوٺن ليول تائين ۽ شهر ۽ وارڊ سطحن تائين هجڻ گھرجي. الف مظلوم استحصال ٿيندڙ ۽ غير مطمئن رهندڙ عوام کي سياسي تعليم ڏيندي اهڙي طرح عوام چاڻ رکندڙ منظم ۽ فيصلا ڪن قوت بنجندو. الف جي ڪامياب ڪم ڪرڻ ڪانپوءِ




ب عمل ڪندي فوجي اعليٰ اداري جي ساٿ سان، جنهن کي مختلف عملي تنظيمي انقلابي يونٽن ۾ خاص مهارت حاصل آهي.

جڏهن عمل سياسي اعليٰ اداري، فوجي اعليٰ اداري ۽ فوجي جنرل اسٽاف جي گڏيل فيصلي تحت ڪنيو ويندو آهي، ان وقت ب خاص اهميت رکي ٿي الف تنظيمي ڪم ڪري ٿو ۽ انهيءَ جي بنياد تي ب عمل ڪري ٿي.

الف پروپيگنڊا ۽ جاسوسيءَ جو ڪويہ ڪم ڪري ٿو جنهن کي ب سان گھ وڳانڍاپو آهي.

بين لفظن ۾ مختلف قسمن جا ايجنٽ جيڪي الف سان شامل هوندا آهن انهن جي خبر ب کي نہ هوندي ب کي وري پنهنجو پروپيگنڊا جو سيڪشن جو ڄار هوندو آهي. اهي الف سان مڪمل طور شامل نہ ٿيندا آهن. اهي ت سان بہ شامل نہ هوندا آهن تنهن ڪري جيڪڏهن:

(1) ب نقصان کائي ٿي تہ
(2) ب جو اڳتي وڌڻ يڪسان نہ هوندو آهي.
(3) ڪجھ گوريلا يونٽ ڏار ٿي ويا آهن.
(4) ب کي ڪجھ وقت لاءِ زير زمين ٿي وڃڻ گھرجي.

جيڪڏهن حالتون فائدي ۾ نہ آهن تہ الف يونٽ پنهنجو ڪم جاري رکندو. اهو ڪڏهن بہ وڃوٽي، نظرياتي فرق پوڻ نہ ڏيندو.

هڪ دفعي جيڪڏهن ب ت گڏجي عمل ڪيو تہ فتح يقيني آهي.

عام تياريون عمل لاءِ الف ب ت جي سهڪار سان جوڙجڪ اندر ٿيڻ گهرجن الف جو ڪم ب لاءِ حالتون تيار ڪندو جنهن سان عمل ۾ ت جي سهڪار الف ب ۽ ت هڪ وڏي منظم هٿيارن سان ليس نظرياتي ۽ تربيت يافتہ قوتن کي جوڙي ٿي پر مونجهارو شروع ۽ الف جي پروپئگنڊا سان ٿي سگهي ٿو.

پروپئگنڊا سڀ کان پهريائين ۽ آخري نظرياتي هجڻ گهرجي انهن جي ڦهلاءَ لاءِ خبردار چونڊيل ۽ تربيت يافتہ نوجوانن جا دستا هجڻ گهرجن.

اسان جي پروپئگينڊا انقلابي سياسي تعليم ۾ اچي وڃي ٿي.

پروپئگنڊا جدوجهد جو مکيہ جزو آهي جيڪو انهي ٽطرفي عمل تي دارومدار رکي ٿو.

وضاحت ڪرڻ. خبردار ڪرڻ ۽ تشريح ڪرڻ

وضاحت ڪرڻ: خبردار ڪرڻ. تشريح ڪرڻ. حل ڪرڻ

وضاحت ڪرڻ، خبردار ڪرڻ، تشريح ڪرڻ. حل ڪرڻ ۽ تحريڪ ۾ آڻڻ

پروپئگنڊا جو اهو طريقو تبديل نٿو ٿي سگهي پر ڪنهن بہ هڪ تي وڌيڪ توجهہ هينين حالتن تحت ڏئي سگهجي ٿو.

پروپئگنڊا ٻڌندڙ جي سطح (قومي يا بين الاقوامي عوام) آهي. ملڪ اندر ڪهڙيون حالتون موجود آهن.

جدوجهد ڪهڙي سطح تي هلي رهي آهي ۽ انهيءَ لاءِ ڪهڙيون حالتون آهن.

پروپئگنڊا ڪندڙ جنهن علائقي ۾ ڪم ڪري رهيا آهن. حالتن تحت پنهنجي پروپئگنڊا جون اٽڪلون ۽ موضوع تبديل ڪري سگهن ٿا مثال طور:

(الف) آزاد ڪيل علائقو جتي ماڻهن جي قوت کي ساٿ ۾ رکڻو آهي.

(ب) اهو علائقو جنهن ۾ ويڙهہ جاري آهي، اتي آزاديءَ جي تحريڪ جي مدد ڪرڻ، ماڻهن جي خيالن کي تبديل ڪرڻ ۽ دشمن کي ذهني طور بي همٿو ڪرڻ گهرجي.

(ث) دشمن جي قبضي ۾ آيل علائقو اتي لازمي آهي تہ دشمن جي عمل جي چنڊ ڇاڻ ڪري، ان کي واڪو ڪيو وڃي. دشمن کي بي همٿو بنايو وڃي، جيئن فوج ۾ ڦوٽ وغيره کي ظاهر ڪرڻ. ان سان گڏ عوامي قوت ڇو ۽ ڪيئن منظم ۽ فتح ڏانهن اڳتي وڌي سگهي ٿي. اتي جو پرچار ڪرڻ شامل هوندو آهي. پروپئگنڊا ڪيترن وسيلن ذريعي پکيڙي سگهجي ٿي.

(الف) ريڊيو
(ب) ٽيليويزن
(ت) پريس (اخباري، پمفليٽ وغيره)
(ث) سئنيما (ڊاڪيومينٽري خبرون ۽ خبرن جون فلمون)
(د) نمائش (جنهن ۾ پوسٽر، سلائيڊون، نقشا، چارٽ، فوٽا ۽ دستاويز استعمال ڪيا وڃن)

الف، ب ث يا ميڊيا آزاد ڪيل علائقن ۾ اڏن تي عام طور سولائي سان مهيا ٿي سگهن ٿا.

ث، ح ۽ خ اتي استعمال ڪيا وڃن، جتي انهن لاءِ مناسب ڪيڊرس ۽ ماحول ميسر ٿي سگهي. انهي لاءِ ڪيڊرس کي (AACPC) جي اسڪولن ۾ تربيت ڏياري وڃي.

پروپئگنڊا حالتن تحت تبديل ٿي سگهي ٿي. جتي ڪليل نموني ڇپائيءَ جو ڪم ٿي سگهي ٿو اتي پريس کي استعمال ڪيو وڃي.

## غير يقيني حالت ۾ پبليڪيشن جا ٻه قسم آهن

(1) تمام جلدي مکيہ خبرن تي نعرن ۽ جلوسن جي حوالي سان مطالبن وغيره لاءِ ننڍڙا پمفليٽ ڇاهجن.
(2) سياسي بليٽن يا اخبارون

سڀ پروپئگنڊا جا وسيلا هيٺين ۾ اطلاع ڏيڻ لاءِ استعمال ڪيا وڃن:
(1) سامراج، جديد بيلڪيٽ ۽ سندن ساٿارين خلاف مرڻ تائين جدوجهد ڪرڻ.
(2) آفريڪا جي آزادي، بڏي ۽ سوشلسٽ سماج جي تعمير ڪرڻ.
(3) ٻين سوشلسٽ ملڪن جي مسئلن ترقيءَ جي حاصلات بابت خبرون ڏيڻ.
(4) (AAPRA) فوجن جي اڳتي وڌڻ بابت اطلاع ڏيڻ.
(5) آزاديءَ لاءِ وڙهندڙ پورهيتن، هارين، شاگردن ۽ عورتن لاءِ هدايتون ۽ ڏس ڏيڻ.

اسان جا پروپئگنڊا ڪندڙ هر مسئلي ۽ غلطيءَ کي ظاهر ڪن، هميشه حقيقتون واضح ڪن ڇو ته تمام ڪڙي سچ ۾ مثبت سوچ وڏيڪ هوندي آهي.

پروپئگنڊا اخلاقيات پنهنجو پاڻ تي ياڻڻ، پنهنجي تعليم ڪرڻ، فيصلي جي قوت پيدا ڪرڻ، خود تنقيد ڪرڻ جي عمل کي ترقي وٺائي ٿي.

هيٺيون خاصيتون بنيادي طور هر انقلابي گوريلي ۾ هجڻ گهرجن:
(الف) بهادر
(ب) جنگ جو جاڻو

(ث) باضابطہ
(د) مقصد سان وفاداري
اسان جي پروپئگنڊا انهن چئن خاصيتن بابت هجڻ گهرجي. اهي خاصيتون پيدا ڪرڻ لاءِ موضوعي طور نہ پر سائنسي طور سمجهائڻ گهرجي. هڪ انقلابي کي تمام اعليٰ ڪارڪردگي، عمل ۾ ڦڙتي ۽ مختلف هنڌن ۽ ميدانن ۾ هنن جو رويو شائستہ هجڻ گهرجي.

## پروپئگنڊا لاءِ صلاحون

SUGGESTIONS FOR PROPAGANDA

(الف) AAPRA جي ڪم جي مشاهدي لاءِ مهيني وار عملي خاڪو جاري ڪجي.
(ب) هينئين لاءِ هفتي وار عملي خاڪو جاري ڪجي.
(1) هٿيار بند قوتون.
(2) فوجي اعليٰ ادارو
(3) سياسي اعليٰ ادارو
(ث) مقامي انقلابي اخبارن يا هينئين مسئلن تي ڪم ڪندڙن لاءِ عملي خاڪو.
(1) مختلف تنظيمن سيلن (CELLS) جي صورتحال بابت.
(2) هٿيار بند قوتن جي اڳتي وڌڻ بابت
(3) ويڙهہ جون خبرون (فتحن بابت انگ اکر ڏيڻ)
(د) ننڍين پمفليٽن لاءِ عملي خاڪو
(1) سياسي ۽ معاشي سببن ذريعي دشمن کي بي همٿو ڪرڻ.
(2) آباديءَ جي مختلف حصن کي انقلاب جي حوالي سان مخاطب ٿيڻ.
ظاهري ۽ لڪل سياسي تعليم بنيادي ڪم ( مل) لاءِ ميدان تيار ڪري ٿي.
هميشہ بنيادي مقصد ذهن ۾ هجڻ گهرجي، جنهن ۾ پورهيتن کي هيئنيون شيون سنڀالڻيون آهن.
(1) سول انتظاميا
(2) پوليس
(3) هٿيار بند قوتون ۽
هينئين شين تي قبضو ڪرڻو آهي.

(1) صنعت
(2) زراعت
(3) ڪاٽيون ۽
(4) ٽرانسپورٽ

انهي ڪري انهن کي منظم ۽ تحرڪ ۾ آڻڻ گهرجي. جيڪي هي آهن.

(1) پورهيت.
(2) هاري،
(3) سهڪاري سنگتن جا ميمبر،
(4) شاگرد
(5) نوجوان ۽
(6) عورتون.

انهن لاءِ خاص اصول، صلاحون ۽ پروگرام انهن جي انقلابي مقصد جي حوالي سان هجڻ گهرجن جيڪو آهي:

آفريڪا جي ٻڌي ۽ سوشلزم:

حاصل مطلب تہ پروپيگنڊا ذريعي:

(الف) عوامي هٿيار بند قوتن کي اڳتي وڌايو ۽ منظم ڪيو وڃي.
(ب) دشمن جي صفن اندر ٽوڙ ڦوڙ ۽ وڙهڻ جي جرئت گهٽ ڪئي وڃي.
(ث) دشمن جي پروپيگنڊا کي ظاهر ڪرڻ دشمن کي غلط اطلاع ڪيو وڃي.
(د) عوام تائين حقيقي اطلاع پهچايو وڃي.

اهي سڀ ڳالهيون اسان جي عمل، مختلف حالتن اندر جدوجهد ۽ اسان جي آخري فتح تائين جدوجهد ي دارومدار رکن ٿيون، اهو مقصد آهي، آفريڪا جي يونين گورنمينٽ.

باب ٻيو

# گوريلا جنگ جا بنيادي اصول ۽ اٽڪلون

# BASIC PRINCIPLES AND TECHNIQUES OF GUERRILLA WARFARE

هٿياربند انقلابي جدوجهد، مرڪزي گوريلا فورس هلائيندو. انهن کي مهارت ۽ بهترين تربيت بنيادي ڪئمپن ۾ ڏني ويندي، جتي انهن کي تمام جديد ويڙهه جا طريقا سيکاريا ويندا. هن ڪتاب جي آخري حصي جو مقصد، گوريلا جنگ تي بنيادي اصول ۽ اٽڪلون جلدي مهيا ڪرڻ آهي.

## (الف) گوريلا فوج جي تنظيم

## ORGANIZATION OF GUERRILA ARMY

گوريلا جيڪي ٿوري تعداد ۾ هوندا آهن، عمل ڪرڻ لاءِ تمام گهٽو پکڙجي ويندا آهن. انهن کي مرڪزي هدايتن ۽ سهڪار جي ضرورت آهي، انهيءَ لاءِ هيٺيان يونٽ قائم ڪرڻ ضروري آهن.

(1) ڀرتي RECRUITMENT

هن لاءِ (AAPRA) قوتن جي ڀرتيءَ وارو حصو ڏسو.

(2) اطلاع INFORMATION

هي حصو انهي شيءِ بابت اطلاع فراهم ڪري ٿو جيڪا ڪنهن خاص هنڌ تي جدوجهد ڪرڻ لاءِ ضروري آهي.

(الف) رهواسي: جيڪي انقلابي جدوجهد جا همدرد آهن، جيڪي دشمن آهن يا اجا ڪي پيا آهن.

ملڪ جي جاگرافيائي جوڙجڪ: نديون ٻيلا جيل ماٿريون وغيره.

(ت) شهرن، پلين، ريلوائي رستن ۽ هوائي اڏن جي حڪمت عملي طور بيهڪ ڪهڙي آهي، هٿياربند قوتن جي ميمبرن ۽ پوليس جو رويو آزاديءَ لاءِ وڙهندڙن ۽ جيڪي انهن سان شامل ٿيڻ چاهين ٿا، انهن جو ڪردار.

ان ڪانسواءِ اطلاعات سيڪشن هي ڪم پڻ سرانجام ڏئي ٿو.

(1) نقشا ٺاهڻ

(2) جاسوس ۽ رد عمل ۾ جاسوسي ڪرڻ

(3) هر آزادي لاءِ وڙهندڙ جو رڪارڊ رکڻ
(4) پيغامن کي نڪاڻن ۽ لڪل پيغامن کي سمجهڻ
(5) ٻين علائقن جي انفرميشن سيڪشن سان سهڪار ڪرڻ

## (3) عمل operations

هن سيڪشن کي گوريلا گروپن جي سيني آپريشن، مٿان اختيار حاصل آهي، عمل کان اڳ ۾ سيني علائقن جي اڳواڻن کي پاڻ ۾ ملڻ گهرجي، جيئن آپريشن جي هر ڳالهه لاءِ حڪمت عملي جوڙي سگهجي. گوريلا گروپ اڳواڻ، جيڪو آپريشن جي اڳواڻي ڪندو اهو پڻ عمل کان اڳ ۾ عمل لاءِ جيڪو بحث ٿيندو ان ۾ حصو وٺندو.

## (4) سبوتاژ SABOTAGE

هي گوريلا تنظيم جو سڀ کان اهم حصو آهي. آفيسر، جنهن جي نظرداريءَ ۾ هي سيڪشن هوندو آهي، اهو انهيءَ کي يقيني بنائيندو ته تمام حڪمت عمليون ۽ جديد هٿيار استعمال ٿي رهيا آهن. سبوتاژ ڪندڙ هر وقت ڦڙت آهن. دشمن جا ڪمزور هنڌ جانچيا ويا آهن. هنن جي معاشيات تباهه ڪئي وئي آهي.

## (5) هدايتون INSTRUCTIONS

هن سيڪشن جي ڪمانڊ آفيسر جي حوالي آزاديءَ لاءِ وڙهندڙن لاءِ قائم ڪيل ٽريننگ ڪئمپون هونديون آهن. هي هارين ۾ تعليم کي اڳتي وڌائيندو ۽ ٻين اهڙن تعليم سان واسطو رکندڙ ڪمن جي نظرداري ڪندو.

## (6) اصلح خانو ARMENT

هي حصو هٿيارن جي خريداري، جنگ ۾ استعمال ٿيندڙ اوزارن، هٿيارن ۽ بارود جي سنڀال سان گڏ انهيءَ جي گوريلا قوتن ۾ ورڇ ڪندو آهي

## (7) رسد PROVISION

هن سيڪشن جي انچارج آفيسر جو ڪم هوندو آهي ته جانچي ته انقلابين کي کاڌو يونيفارم ۽ ٻيون اهڙيون شيون مهيا ٿي رهيون آهن.

### (8) صحت HEALTH

سند يافته ڊاڪٽر ۽ نرسون بنيادي ڪئمپن ۽ اسپتالن ۾ هونديون. اهي گوريلن کي جنگي محاذن تي تپاسڻ نه ويندا. جيڪي آپريشن OPERATION دوران بيمار يا زخمي ٿيا آهن. سيني گوريلن گروپن کي ترت علاج ۽ ان بابت هدايتون ٽريننگ ڪئمپن ۾ ڏنيون ويندين ۽ انهي کي پاڻ سان ترت علاج پيٽي (FIRST AID BOX) کڻڻ گهرجي.

هن سيڪشن جو آفيسر ڏسندو ته گوريلا گروپ باقاعده ڊاڪٽري شيون پاڻ سان رکن ٿا ۽ سيئي بيمار ۽ زخمي گوريلا جيڪي بنيادي اڏن ڏانهن واپس آندا ويا آهن. انهن تي گهربل ڊاڪٽري توجهه ڏنو پيو وڃي. هي پنهنجي ايريا ۾ صحت جي مسئلن تي به توجهه ڏيندو خاص ڪري گوريلن اندر ڪنهن بيماري کي پکڙجڻ نه ڏيندو.

### (9) پروپئگنڊا PROPAGANDA

ڏسو ڪتاب پيو باب پهريون سيڪشن (ت) اهو حصو خاص ڪري گوريلا جنگ ۾ اهم آهي، جتي فوجي عمل ڳجهو رکيو ويندو آهي. اتي پروپئگنڊا ذريعي انقلابي فتحن جو خبرون پکيڙيون ويندون آهن. انهيءَ سان انقلابي گوريلن جي جرئت وڌندي ۽ دشمن بي همٿو ٿيندو.

### (10) رضاڪار VOLUNTEERS

هن سيڪشن جو آفيسر رضاڪارن تي نظر رکندو ته رضاڪارن کي ايسيتائين جيڪي محاذن تي نٿو موڪليو وڃي ۽ انهن کي هٿيار نه ٿا ڏنا وڃن. جيسيتائين ڪو اعتماد جوڳو اطلاع انهن بابت حاصل ٿئي، عام طرح تي ڪرڻ جو طريقو مدد ۽ عورت رضاڪار لاءِ ساڳيو هوندو جيڪڏهن ڪنهن علائقي ۾ اتي جي ضرورت کان وڌيڪ رضاڪار آهن ته پوءِ مرڪزي حڪام کي، ان بابت ٻڌايو ويندو ته جيئن رضاڪار ان علائقي ڏانهن موڪليا وڃن، جتي انهن جي وڌيڪ ضرورت آهي.

### (11) ڪميونيڪيشن COMMUNICATION

ريڊيو ٽيليگرافيءَ ۾ ڪورس ۽ ٻين ڪميونيڪيشن ذريعن جي تربيت ٽريننگ ڪئمپن ۾ ڪرائي ويندي، اهو ڪميونيڪيشن جي حصي جو ڪم آهي ته انقلابي تحريڪ جي سڄي نيٽ ورڪ کي منظم ۽ ان تي نظرداري ڪري ۽ اهو ڏسي ته تمام جديد ۽ سنا اوزار گوريلا يونٽن کي مهيا آهن.

## گوريلا يونٽ: GUERRILLA UNIT

هن ۾ عام طرح ڏهن کان پنجويهه ماڻهو هوندا. ماڻهن جو تعداد وڙهڻ وارين حالتن ۽ مقامي حالتن تي دارومدار رکي ٿو. عام طرح ننڍڙا يونٽ عمل ڪرڻ ۾ آسان ۽ وڌيڪ اثر وار بنسبت وڏن گروپن جي هوندا آهن. هر يونٽ جا ميمبر، دوست ۽ سچن ياٽرن وانگر هجڻ گهرجن، جيڪي انقلابي جدوجهد لاءِ پنهنجون زندگيون ڏئي چڏن، ننڍن گروپن جو تعداد وڏي گوريلا شڪل گروپ ڪمانڊر جي ماتحت وني سگهي ٿو.

## گوريلا يونٽ ۽ گروپ ليڊر
GUERRILLA UNIT & GROUP LEADER

### ليڊر:

(i) تمام اعليٰ تربيت يافته ۽ سنو وڙهندڙ هجي.

(ii) حڪم مجي، صحيح ۽ تڪڙا فيصلا ڪري

(iii) همدرد ۽ انصاف وارو هجي.

هر گوريلو پنهنجي يونٽ ۽ گروپ جي جوڙجڪ کان واقف هجي ته جڏهن ايمرجنسيون ٿين ته اڳواڻيءَ لاءِ سوچي، تائم نه وڃائي.

### تربيت: TRAINNING

### هر گوريلي کي:

(الف) اهو چڱي طرح ذهن نشين هئڻ گهرجي ته هي ڇا جي لاءِ وڙهي رهيو آهي.

(ب) پنهنجي مقصد سان سچائي،

(ت) ماهر سپاهي،

(ث) مضبوط اخلاقي ڪردار.

### هر گوريلو:

(i) رائيفل، روا' ۽ مشين گن هلائي سگهي،

(ii) چاقو سئي نموني اچلائي سگهي،

(iii) تمام گهڻو وقت لاڪيتو ڊڪي سگهي،

(iv) سائيڪل ۽ بيڙي وغيره هلائي سگهي،

(v) بم ڻاهي ۽ اچلائي سگهي،

(vi) پتين تي چڙهي سگهي ۽ رسن جي مدد سان پڻ مٿي چڙهي سگهي،

(vii) سائيڪلن ۽ ڪارن جا ڦيٿا مٿائي ۽ ٺيڪ ڪري سگهي ۽ ان لاءِ بنيادي سامان ڪٽي،

(viii) نقشن کي پڙهي ۽ سمجهي سگهي ۽ انهن کي استعمال ڪيئن ڪجي.
(ix) ڳجها پيغام وٺي ۽ موڪلي سگهي.

لازمي نہ آهي تہ هر سپاهيءَ کي هي سڀ ڳالهيون پيش اينديون پر جيترو هن کي انهن بابت ڄاڻ ۽ تعليم هوندي. اوترو هن لاءِ هڪ سٺي گوريلي ٿيڻ جا موقعا وڌيڪ آهن.

## اوزار: EQUIPMENT

هٿيارن ۽ بارود کانسواءِ هر گوريلا يونٽ هي بنيادي اوزار جهڙوڪ ترت علاج، قطب نما، واچ، سيٽي، ٽارچ، فائيل، سوجو ڪنڍا (HOOKS) ۽ پاڻيءَ جون بوتلون وغيره هئڻ گهرجن. ان کانسواءِ هر گوريلي کي بہ ميٽر رسو هميشہ ساڻ هجي. هي رسو ڪنهن ساٿيءَ کي هن جي يونٽ جي ٻين ميمبرن کان رات جو ڌار ٿيڻ کان بچائيندو جڏهن اهي هڪ ٻئي کي انهن رسن سان ڳنڍ ڪندا آهن. اهو رسو هيئن پڻ فائدي مند ٿي سگهي ٿو مثال طور ندين ٽپڻ وقت ۽ قيدين کي ٻڌڻ لاءِ بہ ڪم اچي سگهي ٿو.

## (ب) حڪمت عملي ۽ گر: STRATEGY & TACTICS

گوريلا جنگ جا گر انقلابي جنگ جي ماتحت هجڻ گهرجن. اهي گر جدوجهد جي خاص حد دشمن جي عمل ۽ سرگرميءَ تحت تبديل ٿي سگهن ٿا. گوريلا جنگ ڪرڻ هڪ پهريون اصول آهي پر ڪن وقتن تي بچاءُ ڪجي، اهي ٻئي ضروري ۽ فائديمند آهن. اهي ٻئي طريقا حملو ۽ بچاءُ هڪ ٻئي سان جڙيل ۽ گوريلا گرن ۾ بنيادي هوندا آهن.

## تحرڪ: MOBILITY

ضرورت مطابق گوريلا يونٽ، ويڙهہ جي ميدان مان ڪجهہ منٽن اندر ۽ ڪجهہ ڪلاڪن اندر جدوجهد واري علائقي مان نڪري وڃي، ان لاءِ هي لڳاتار پنهنجا محاذ تبديل ڪندو رهي، جيئن گهيري مان بچي جيڪو تمام خطرناڪ گر دشمن جو هوندو آهي. گوريلا يونٽن جو ڪم هوندو آهي، دشمن کي ڀيج ڏاهہ ۽ ٻيو اهڙو عمل ڪري نقصان پهچائي ۽ پاڻ کي بنا نقصان پهچائڻ جي گم ٿي دشمن کي عجب ۾ وجهي ۽ اهو عجب ۾ وجهندڙ ۽ تمام جلدي گم ٿي وڃڻ جو گر هوندو آهي. ڪنهن بہ هڪڙي هنڌ تي ٽن ڏينهن کان وڌيڪ عرصو رهڻو نہ هوندو آهي، نئين لڪڻ واري هنڌ تي پهچڻ کانپوءِ سڀ اتي پهچڻ جا نشان ڍڪي ۽ لڪائي ڇڏجن ۽ آواز نہ ڪجي، پنڌ رات جو ڪرڻ گهرجي. وڏي آواز سان ڳالهائڻ ۽ سگريٽ نہ ڇڪڻ گهرجي، هر قدم مٿي کڻجي، جيئن پٽرن ننڍن ٻوٽن ۽ ٻين رڪاوٽن سان

تڪرجڻ کان بچجي. ڏينهن جو گوريلا واري تي سمهن، علائقي جي نقشن کي پڙهن ۽ خاص حصي ۾ آيل ڪم ڪن.

## تمام منظم ڪارروائي ڪانپوءِ گوريلا يونٽ:

فائدي ۾ نہ ويندڙ جنگي حالتن کان بچندا ۽ اهڙي طريقي سان نقصان کان بچندا. بين گوريلا يونٽن سان گڏجي دشمن تي حملو ڪري نقصان پهچائيندا.

## قوتن کي گڏ ڪرڻ ۽ وري پکيڙڻ

CONCENTRATION AND DISPERSAL OF FORCES

دشمن تعداد ۽ بهترين هٿيارن سان ليس هجڻ ڪري گوريلا آرميءَ کان مٿانهون هوندو آهي. گوريلا يونٽ انهيءَ ڳالهہ تي قابو پائڻ لاءِ چاهيندا آهن تہ ڪهڙي وقت پنهنجن قوتن کي گڏ ۽ تيزيو پکيڙيو وڃي، اهي پنهنجن قوتن کي بين يونٽن سان گڏائي طاقتور بنائي. جڏهن دشمن ڪمزور هوندو آهي تہ حملو ڪندا آهن ۽ وري تڙي پکڙجي ويندا آهن. جڏهن انهن جو ٽڪراءُ تمام وڏي فوجي يونٽن سان هوندو آهي يا گهيري ۾ اچڻ جو خطرو هوندو آهي. ان وقت اهو علائقو نامناسب هوندو آهي.

## بنيادي اڏا: BASIS

گوريلا تحريڪ شروع ٿيڻ کان اڳ ۾ اڏو قائم ڪرڻ ضروري آهي. ڪنهن آزاد علائقي جو ڳوٺ اڏي طور ڪم اچي سگهي ٿو. اها ڳالهہ تمام اهم آهي تہ جڳهہ جي چونڊ صحيح ڪئي وڃي، اهو حڪمت عمليءَ تحت بچاءَ جي صورت، محفوظ ۽ ڳجهو اهڙيءَ ايريا ۾ هجي جتي، عوام انقلابي جدوجهد جي مدد ڪري، جتي جاگرافيائي حالتون اڏي جي نهوڙ لاءِ ناممڪن آهن. اتي ماڻهن جو هڪ جٿو جوڙيو وڃي.

## حملي لاءِ مقصدن جي چونڊ

CHOICE OF OBJECTIVES FOR ATTACK

ڪميونيڪيشن جيئن ريلوي پٽڙيون، هوائي اڏا ۽ روڊ گوريلا حملي لاءِ اهم شيون آهن. فوجي ٽرانسپورٽ گاڏيون قطار دوران فوج روڊن تي مارچ ڪرڻ وقت ۽ فوجي مدد فراهم ڪندڙ لاريون نشانو هجڻ گهرجن.

گوريلا يونٽ انهيءَ حالت ۾ رهندا، جو تحرڪ ۾ رهندي بچاءَ ڪرڻ لاءِ مناسب هجي ۽ جيڏانهن دشمن جي توقع گهٽ هجي.

حملي جي ڪاميابيءَ لاءِ بنيادي شرط ان علائقي جي جاگرافيءَ جي تمام سٺي ڄاڻ هجڻ گهرجي. انهيءَ ڄاڻ کي استعمال ڪندي عمل لاءِ خبرداري سان تياري ڪئي وڃي.

## مناسب جاگرافيائي علائقي ۾ ويڙهه
COMBAT IN FAVOURABLE TERRAIN

مناسب جاگرافيائي علائقو جيڪو جبل ۽ ٻيلا انهن ۾ گوريلن جي تربيت لاءِ اڏا تعمير ڪري مرمت ڪندڙ يونٽ ڊسپينسريون تعليم جا مرڪز ۽ هٿيارن جا ڊيپو قائم ڪري سگهجن ٿا. اهي حالتون مددگار فوجي قوت قائم ڪري سگهجن ٿا. اهي حالتون مددگار فوجي قوت قائم ڪرڻ لاءِ به مناسب هونديون آهن. اڳواڻ کي ان جاگرافيائي حالت کي ذهن ۾ رکڻ سان گڏ هٿيارن ۽ بارود جي نوعيت ڏسڻ گهرجي، جيڪي هنن وٽ آهن. هر گوريلا يونٽ ايترو ئي وڏو هئڻ گهرجي، جيترو حالتون اجازت ڏيڻ ۽ اهي پرپاسي وارن يونٽن جي عملن سان سهڪار ڪن. جيڪڏهن يونٽ رات جو تحرڪ ۾ اچن ٿا ته انهن جو پنڌ محفوظ جڳهه کان پنجن يا ڇهن ڪلاڪن جي پنڌ کان وڌيڪ نه هئڻ گهرجي، ننڍين گروپن کي دشمن جي جانچ لهڻ لاءِ موڪلجي پر ايئن نه ٿئي جو هو دشمن کي سجاڳ ڪري وجهن. اهي تيسيتائين جنگ نه ڪن جيسيتائين مڪيه قوت پهچي جيترو مناسب ٿي سگهي، اهي ئي هٿيار ۽ بارود استعمال ڪجي، جيڪو دشمن ڪري رهيو آهي.

ڏکين جاگرافيائي هنڌن کان خوراڪ جي مدد پهچڻ ڏکيو هوندو آهي. ان لاءِ اهو ضروري آهي ته مقامي آباديءَ سان ڳانڍاپو رکيو وڃي، جيڪا هميشه گهڻائيءَ ۾ هوندي آهي، اهو ياد رکڻ گهرجي ته گوريلا قوتن کي هٿيارن ۽ ٻين اهڙين شين جي مدد جي ضرورت هوندي آهي. جيڪي دشمن جي سپلائيزيشن ۾ هوندا آهن. انهن تي حملا ڪري اهي حاصل ڪيا وڃن. گوريلا يونٽ باقائدي آزادي جي تحريڪ جي اڳواڻن سان ماڻهن جي نيٽ ورڪ ذريعي ڳانڍاپو رکي، جيڪي اعتماد جوڳا هوندا آهن. جيڪي مدد، پيغام، وغيره آٽينڊڙن کي پنهنجي گهرن ۾ لڪائيندا آهن. اندروني ڳانڍاپو ريڊيو ۽ مختلف ٽيڪنيڪل طريقن سان ڪيو وڃي.

## نامناسب جاگرافيائي علائقن ۾ ويڙهه
COMBAT IN UNFAVOURABLE TERRAIN

سڌا سنوان پٽ ۽ اهي علائقا جتي ٻيلا نه آهن، عام طور گوريلا قوتن جي آپريشن لاءِ مناسب نه آهن. انهن علائقن ۾ گهڻو زور دشمن جي ڪميونيڪيشن کي تباهه ڪرڻ تي ڏنو وڃي، سبوتاز ڪندڙ پليون ٽوڙڻ، ٽيليفون ۽ ٽيليگراف جون وائرون ڪٽڻ ۽ ٻيا اهڙا ڪم ڪن نامناسب

جاگرافيائي حالت ۾ گوريلا يونٽ ۾ ماڻهو ڏهن کان پندرهن تائين هجڻ ۽ اتي، بہ تيزي ۽ تحرڪ اهم آهي، خاص آپريشن لاءِ گوريلا يونٽ گڏ ٿي سگهن ٿا پر اهي وري ڇڙو ڇڙ ٿي وڃن.

نامناسب جاگرافيائي حالتون معنيٰ ڳتيل آبادي ۽ ٻنيون آهن پر اهو خطو سپلاءِ لاءِ تمام سٺو آهي، گوريلا اعتماد وارن ماڻهن سان واسطو رکن، جيڪي يونٽن کي شيون سپلاءِ ڪرڻ ۾ مدد ڪن.

انهن حالتن ۾ مناسب نہ آهي تہ بنيادي ڪئمپن تي ڀاڙجي پر انهن حالتن ۾ گوريلا مقامي آباديءَ جي مدد وٺي سگهن ٿا. ڳتيل آبادي گوريلن کي اطلاع وٺڻ ۽ ڏيڻ ۾ مدد ڪري سگهي ٿي. پر ساڳئي وقت اها تمام وڏي جوابداري پڻ آهي. اهو پيغام ڳجهن اکرن يا لفظي طور موڪليا وڃن.

**ڳوٺ:** VILLAGES

ڳوناڻن انقلابين جو گروپ پنهنجي خاص ڳوٺ ۾ جدوجهد ڪرڻ لاءِ جوابدار هوندو آهي، انهيءَ گروپ ۾ سياسي طور سجاڳ ڳوناڻا، جيڪي ٻين رهواسين جي پرسان رهن ٿا ۽ اهي گوريلا يونٽ، جيڪي ان علائقي ۾ آپريشن ڪري رهيا هونداآهن، انهن سان انهن جو واسطو هوندو آهي. ڳوناڻن انقلابين جو گروپ تڏهن قائم ڪيو ويندو آهي، جڏهن انهن جي ايريا جي سرحد آزاديءَ جي تحريڪ جي سرحدن سان ملندي آهي، ڳوناڻو گروپ ننڍو ۽ ان جو اڳواڻ علائقي جي اڳواڻ جي ماتحت هئڻ گهرجي. گروپ جون سرگرميون گهڻو ڪري جاسوسي سبوتاز ۽ پروپئگنڊا ڪندڙ هونديون آهن، گروپ جي ميمبرن کي هٿيار ۽ قاتندڙ مادو مهيا هوندو آهي پر سندن فوجي آپريشن جو تعين ريجن جو ڪمانڊر ڪندو آهي، اهي گروپ گوريلا يونٽن کي اطلاعات ۽ ٻيون اهڙيون مددون فراهم ڪري مدد ڪندو آهي هو سڀ ڪجهہ رات جو ٽيڻ گهرجي ۽ ڏينهن جو گروپ جا ميمبر ٻين عام ڳوناڻن وانگر ٿي رهن.

**شهر:** TOWNS

گوريلا شهرن جي مکيہ هنڌن کي نقصان پهچائڻ ۽ آزاديءَ لاءِ وڙهندن جا يونٽ قائم ڪن. انهن جو مقصد سبوتاز پروپئگنڊا ۽ اطلاعات حاصل ڪرڻ ۽ ڏيڻ هوندو آهي. حملا رات جو دشمن جي فوج ۽ پوليس تي ڪيا وڃن، اها شهر ۾ آباديءَ لاءِ وڙهندڙ ميمبرن جي جوابداري هوندي آهي تہ معاشيات کي نقصان پهچائي انقلابي جدوجهد کي مدد ڪن.

**ڊسيپلين**: DISCIPLINE

طاقت جو ڪڏهن بہ ڪهڙيءَ بہ حالت ۾ غلط استعمال نہ ڪجي، آزاديءَ لاءِ وڙهندڙن, جيڪڏهن چوري, ڦرمار, زنا يا ٻيو اهڙو معاشري جي خلاف ڪم ڪري ٿو تہ هن تي ڪيس هلائي سخت سزا ڏني وڃي. اهو پڻ سمجهايو وڃي تہ اهڙي بيقائدگي سڄي انقلابي تحريڪ کي خطري ۾ وجهي سگهي ٿي.

ضابطو اندروني قوت مان حاصل ڪجي ٿو چو تہ اها سوکڙي نہ آهي، پر تعليم، مشق ۽ گوريلا يونٽ ۾ زندگي گذاري حاصل ڪري سگهجي ٿو. شڪي ۽ غدار تي فوجي ڪورٽ ۾ ڪيس هلايو وڃي ۽ هن کي پنهنجي بچاءَ ڪرڻ لاءِ هر موقعو ڏنو وڃي، جيڪڏهن هي ڏوهاري آهي تہ هن کي گولي هنئي وڃي.

**فوجي جانچ جونچ**: RECONNAISSANCE

هي حصو لاڳيتو دشمن جي نئين پوزيشن ۽ طاقت جي خبر رکندو آهي، اهي اطلاعات هيٺين طريقن سان گڏ ڪيا ويندا آهن

(الف) مشاهدو

(ب) دشمن جي ٽيليفون ۽ ريڊيو پيغام ٻڌڻ،

(ت) مقامي رهواسين تان پڇا ڳاڇا ڪرڻ ۽

(ث) قيدي ۽ ٻيا جيڪي گوريلا قوت ۾ شامل ٿيڻ چاهين ٿا ۽ انهن سان گفتگو ڪرڻ

(ج) ويڙهہ ذريعي مثال طور دشمن جي يونٽن تي حملو ڪري سيئي اوزار پنهنجي قبضي ۾ ڪرڻ وغيره.

اطلاعات جيڪي مقامي رهواسين شامل ٿيندڙن ۽ قيدين کان ملن، تن جي چنڊ ڇاڻ ڪئي وڃي، چو تہ دشمن پنهنجي ايجنٽن ذريعي ڪوڙا اطلاعات پکيڙيندو آهي. قيدين سان پڇا ڳاڇا يونٽن جو ڪمانڊر يا هڪ تجربي گاهہ انقلابي سياسي تنظيم جو ميمبر ڪري, پڇا ڳاڇا کي ڳجهو رکيو وڃي ۽ اها انفرادي طور ڪئي وڃي.

**قيدي**: PRISONERS

قيدي ان وقت مسئلا پيدا ڪندا آهن، جڏهن انقلابي تحريڪ شروعاتي مرحلن ۾ هوندي آهي. ڪجهہ وقت ننڍو گوريلا يونٽ ۾ سندن سار سنڀال لهندو آهي, پر ڪن حالتن ۾ سندن هٿيار ۽ رسد وغيره تي قبضو

ڪري ڪين ختم ڪيو ويندو آهي، عام طرح جيترو ممڪن ٿي سگهي انهن سان انساني سلوڪ روا رکيو وڃي.

دشمن ۾ جيڪڏهن اها سوچ پيدا ٿئي ٿي ته هو هٿيار ڦٽا ڪرڻ سان، پنهنجي جان بچائي سگهن ٿا، ته پوءِ هنن مان وڙهڻ جي جرئت ختم ٿي ويندي

جڏهن انقلابي قوتون تمام گهڻو ڪري علائقو آزاد ڪرائي وڃن ۽ اتي بنيادي ڪئمپون قائم ڪن ته اتي قيدين کان مختلف ميدانن ۾ ڪم ڪرايو وڃي.

## لِڪ ڪرڻ: CAMOUFLAGE

انقلابي جنگ ۾ لڪ ڪرڻ کي بنيادي اهميت حاصل آهي. ڇو ته گوريلي جو پهريون ۽ بنيادي فرض آهي، ته پاڻ کي، پنهنجن ڪئمپن ۽ هٿيارن جي ڊيپو وغيره کي لڪل رکي، جيئن اهي زميني يا هوائي جانچ سان به نظر نه اچن. انهن کي ڳجهو رکڻ لاءِ مقامي مواد، جيئن ٽاريون، گاهه ڪک وغيره استعمال ڪرڻ گهرجن.

هر جاگرافيائي خطي کي پنهنجي سجاٽپ (ڪلر) هوندو آهي. تنهن ڪري گوريلا پنهنجن ڪپڙن ۽ اوزارن جو رنگ به ساڳيو استعمال ڪن.

## هٿيارن جي حاصلات: ACQUISITION OF ARMS

گوريلا جنگ جي شروعات ۾ هر يونٽ پنهنجي استعمال لاءِ پنهنجي طريقي سان هٿيار حاصل ڪرڻ:

(الف) انهن کي خريد ڪرڻ،

(ب) هٿيار جي ڊيپن تي حملا ڪن،

(ت) هٿيار فوج ۽ پوليس کان کسن، هٿيار پاڻ جوڙن،

(ث) هٿيارن جي ڪارخانن ۾ جيڪي پورهيت ڪم ڪن ٿا انهن جون خدمتون ورتيون وڃن.

شروعاتي مرحلن ۾ هٿيارن جي حاصلات لاءِ گهڻو ڪري هي اوزار جيئن چاقو ڪهاڙيون، ڀالا ۽ ڏنڊا وغيره استعمال ڪيا وڃن. اهڙي طريقي سان گوريلا يونٽ آهستي آهستي هٿياربند ٿيندو رهندو آهي ۽ وڏيڪ هٿيار حاصل ڪرڻ لاءِ تيار رهندو آهي.

## هٿيارن جو رکڻ: STORAGE OF ARMS

هٿيار ڇپيتي رکي پوريا وڃن، اهي جايون جتي هٿيار پوريل آهن، انهن جي خبر صرف چند ماڻهن کي هئڻ گهرجي. جيئن يونٽ ۽ گروپ جو اڳواڻ وغيره. هٿيار باقاعدگي سان چيڪ ڪيا وڃن، جيئن انهن کي زنگ نه لڳي.

لڪل هٿيارن ڪي ڪنهن بہ طريقي سان نقصان پهچڻ ڪانپوءِ، آپريشن جي ناڪام وڃڻ جي ڪري يونٽ جي هر ميمبر جي زندگي خطري ۾ پئجي سگهي ٿي.

**جاسوسي**: ESPIONAGE

جاسوس، جيڪو انقلاب کي مدد ڪري ٿو هڪ ڪامريڊ هوندو آهي. اهو دشمن جو دوست ظاهر ٿي اطلاعات حاصل ڪري انقلابي جدوجهد کي اڳتي وڌائيندو آهي. اطلاع ٽياڪڙ طريقي سان موڪلڻ گهرجن. جيڪڏهن ضروري هجن تہ اهي لفظي طور موڪلڻ گهرجن. اهو انقلابي جيڪو ٻٽو ايجنٽ آهي، انهيءَ کي تمام ذڪيو ۽ مڪيہ ڪم آهي، هيءُ دوست بنجي دشمن کي دوکو ڏيندو آهي. هيءُ انهيءُ حالت ۾ هجڻ گهرجي، جو دشمن بابت مڪيہ اطلاع، دشمن جي طاقت ۽ دشمن جي منصوبن بابت پڻ اطلاع مهيا ڪري سگهي.

اهو پڻ ڄاڻي تہ هيءُ اطلاع خاطريءَ سان انقلابي قوتن تائين پهچي رهيا آهن، جاسوس ۽ دشمن جي فوج ۾ شامل هوندو آهي، جيڪو دشمن جي جنگي يونٽن، فوجي ڪئمپن، سندن وڙهڻ جي جرئت، هٿيارن ۽ حڪمت عمليءَ بابت تفصيل ساڻ ڄاڻ انقلابي قوتن کي مهيا ڪندو آهي.

مڪيہ مدد جيڪا هو اسان کي ڏئي سگهي ٿو سا جنگ جي ميدان ۾ دشمن جي ڪمزور هنڌن جي نشاندهي (جيئن ڪٿي بارود ٿورو آهي وغيره) جيئن انقلابي قوتون انهن هنڌن تي سولائي سان قبضو ڪري سگهن، اهو انقلابي جيڪو ٻٽو ڪردار ادا ڪري ٿو اهو انقلابي قوت ڏهن آفيسرن جي برابر هوندو آهي.

## دشمن جا جاسوس ۽ (تحريڪ) اندر گهيراٿيل ماڻهو
ENEMY SPISE AND INFILATRATORS

دشمن جي جاسوس ۽ شڪي ماڻهن تي فوجي ڪورٽن ۾ ڪيس هلايا وڃن، جيڪڏهن هو ڏوهي نڪرن تہ انهن کي موت جي سزا ڏني وڃي هر ڪيس بابت فيصلي کان اڳ ۾ مڪمل ڄاڻ حاصل ڪئي وڃي.

انقلابي جاسوسيءَ جا ايجنٽ، دشمن جي جاسوس کان بچيل رهن.

**دشمن جو حملو**: ENEMY ATTACK

جڏهن دشمن فائرنگ ڪري تہ ڪامريڊن کي تمام جلدي زمين تي ليٽي پوڻ گهرجي، پوءِ جيترو ممڪن ٿي سگهي، مختلف طرفن ۾ ڊڪڻ

شروع ڪجي، محفوظ لڪڻ جون جايون ڳولجن ۽ خاموشيءَ سان رات جو انتظار ڪجي.

اونداهيءَ ۾ ڳانڍاپو خاص آوازن (جانورن ۽ پکين جون بوليون وغيره) ذريعي باقي يونٽن سان قائم ڪري نئين لڪڻ جي جاءِ ڳولجي.

وري ساڳي هنڌ تي ٻيهر حملو صرف خاص حالتن ۾ ڪجي، جڏهن پڪ هجي تہ گوريلن کي نقصان پوڻ بجاءِ دشمن کي نقصان پوندو. اهو هرگز وسارڻ نہ گهرجي تہ گوريلي جو مقصد وڙهڻ يا ويڙهہ شروع ڪرڻ نہ آهي پر هن کي آپريشن ڪري ڱم تي وڃڻو آهي.

عام طرح گوريلو دشمن جي وڙهڻ واري جرئت تي حملو ڪندو آهي، هن کي هميشہ ذهني دٻاءَ ۾ رکندو آهي. گوريلو دشمن کي آرام ڪرڻ نہ ڏيندو آهي.

دشمن جي حملي ڪانپوءِ هڪ يا ٻہ ساٿي دشمن تي نظر رکڻ لاءِ ترسن، جيڪڏهن دشمن اتي ڪئمپ ڪري ٿو تہ يونٽ کي ٻڌايو وڃي، تہ جيئن رات جو ان تي راتاهو هڻجي، دشمن کي مستقل طور بدحواس رکڻ، گوريلا قوتن جو مکيہ ڪم آهي.

## سبوتاز: SABOTAGE

دشمن کي ڪيترن ئي طريقن سان سبوتاز ڪري سگهجي ٿو جن ۾ پلون، ريلوي لائينون ۽ مکيہ صنعتي هنڌن ڪانسواءِ.

(i) پوسٽ آفيس جا ملازم سرڪاري پوسٽ کي دير ڪرائڻ، ڱم ڪن ۽ غلط جڳهن ڏانهن موڪلي ڇڏن، سرڪاري خط ڪتاب کي کولي پڙهي مکيہ اطلاعات گوريلن تائين پهچائڻ.

(ii) ٽيليفون جا ملازم سيني سرڪاري ڪالن کي ٻڌن، جيڪا ڳالهہ ٻولهہ انقلابين لاءِ فائديمند ۽ انهن بابت هجي اها گوريلن تائين پهچائين.

(iii) گئرج ۾ ڪم ڪندڙ دشمن جي گاڏين جي ٽانڪين ۾ ڪنڊ ۽ واري وجهن يا گاڏين جا مکيہ پرزا ڪڍي ڇڏن.

(iv) ڊرائيور بنا ڪنهن شڪ پيدا ٿيڻ جي ايڪسڊنٽ ڪن.

(v) استاد پنهنجن شاگردن کي ٻڌائن تہ هر ڪنهن کي آزاد هجڻ جو حق آهي. اهي آفريڪا جي موجوده ڪالونيت ۽ جديد بينڪيت واري حالت بابت وضاحت ڪن ۽ آزاد آفريڪي ملڪن جا مثال ڏنا وڃن، جن آزاديءَ ڪانپوءِ حقيقي ترقي ڪئي آهي.

(vi) پورهيت بيماريءَ جو بهانو ڪري ڪم تي نہ وڃن ۽ اهڙا طريقا ڳولن، جيئن دشمن جي معاشي طاقت گهٽ ٿيندي رهي.

(vii) آفيسر پنهنجن فرضن کان لاغرض رهي، مظلومن سان وفاداريءَ جون ڳالهيون ڪن. پنهنجن ماتحتن اڳيان حڪومتن جي پاليسيءَ تي تنقيدون ڪن. اهو خيال عام ڪن ته جنهن طريقي سان حڪومت ڪئي پئي وڃي، اهو طريقو گهڻو هلي نٿو سگهي.

(viii) مستري انجنيئر وغيره دشمن جي گهرن ۽ آفيسن جون نالين ۽ پاڻي جا پائپ بند ڪري ڇڏن ۽ بجلي پڻ فيل ڪري ڇڏين.

(ix) معاشري جا فرد، انهيءَ افواهه پکيڙڻ ۾ مدد ڪري سگهن ٿا، ته حالتون غير يقيني آهن، بدامني وڌي رهي آهي، جيئن دشمن بي همتو ٿئي ۽ محسوس ڪري ته اسان کي هاڻي هتي برداشت نٿو ڪيو وڃي ۽ تمام جلدي اسان کي لوڏيو ويندو.

## ڳوٺ تي حملو: ATTACKING A VILLAGE

ڪنهن به ڳوٺ تي حملو ڪرڻ کان اڳ ۾ جيترو ممڪن ٿي سگهي ان ڳوٺ ۾ پس گردائيءَ بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ گهرجي مثال طور:

(الف) لائينون ڪٿي آهن (ٽيليگراف ۽ ٽيليفون).

(ب) ڳوٺ ۾ ڪيترا ماڻهو هٿياربند آهن.

(ت) جيڪڏهن ڳوٺ ۾ ڪوبه هٿياربند ماڻهو نه آهي، ته هٿياربند ماڻهو ڳوٺ کان ڪيترو پري آهن.

(ث) ڳوٺ ۾ ريڊيو ٽرانسميٽر يا ريڊيو اميچر موجود آهي.

(ح) غدارن جا نالا، رهائش

(خ) مقامي پلن، روڊن ۽ هوائي اڏن وغيره جي بيهڪ بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ.

(د) هڪ دفعو جڏهن هي سڀ ڏيتا گڏ ٿي وڃي، ته ان جا فائيل آپريشن سيڪشن کي ڏنا وڃن. انهن جو تمام تفصيلي جائزو وٺڻ کانپوءِ، اهو فيصلو ڪيو ويندو ته حملو ڪجي يا نه. جڏهن حملي جو فيصلو ٿي وڃي ته پوءِ وقت مقرر ڪجي، حملي ڪندڙن جي چونڊ ڪئي وڃي، جيئن حملو پراثر ۽ ڪامياب ٿئي. هر گروپ هڪ ٻئي کان ڌار رهي عمل ڪري، هڪ گروپ ٽيليفون جون لائينون ڪٽيندو، ٻيو گروپ ٽيليگراف جون لائينون تباهه ڪندو ۽ ٽيون گروپ ڳوٺاڻن جي مدد سان انهن گهرن جي تلاشي ڪندو جتي هٿيار آهن ۽ انهن کي پنهنجي قبضي ۾ ڪندو چوٿون گروپ غدارن ۽ پوليس تي قبضو ڪندو اهي سڀ ڪم تمام خاموشيءَ سان ڪيا وڃن، جيئن ڪنهن کي به خبر نه پوي.

گوريلا دشمن کي پنهنجي ڦڙتائي، ضابطي ۽ بلند اخلاق ذريعي شڪست ڏئي عوام کي جيتي سگهن ٿا.
جڏهن آپريشن ختم ٿئي ته گوريلا تمام تيزيءَ سان ڳوٺ مان نڪري وڃن ۽ پرپاسي وارن علائقن ۾ گم ٿي وڃن.

## مئل ۽ زخمي: DEAD AND WOUNDED

جيڪڏهن وقت اجازت ڏئي ته مئل کي پورڻ گهرجي، جيڪڏهن ممڪن ٿي سگهي ته زخمي کي علاج لاءِ محفوظ جڳهن ڏانهن ڪڍجي. مئل ۽ زخميءَ جا هٿيار تمام جلدي ڪٺي ونجن.

## والاريل ڳوٺ جو بچاءُ:
## DEFENCE OF AN OCCUPIED VILLAGE

ڳوٺ جا گهر هڪ ميٽر اونهيءَ سرنگهه جي ذريعي ڳنڍيل هجن، جيئن انقلابي دشمن جي حملي کانپوءِ بچيل رهن ۽ هڪ ٻئي سان سولائي سان ملي سگهن. رڪاوٽون (سرون، پٿر، بند ۽ ڀڳل فرنيچر) موجود هجن، جن گهٽين ذريعي دشمن اچي، اهي رنڊڪون اتي پکيڙي ڇڏجن. گهرن ۾ سوراخ ڪيجن، جتان دشمن تي فائرنگ ڪئي وڃي. انهيءَ لاءِ ڪامريڊ ٻئنچ، پيتي يا اسٽول استعمال ڪن.
ڳوناٺا جيڪي ويڙهه لاءِ تيار نه آهن، انهن کي ڳوٺ ڇڏي وڃڻ گهرجي. وڏو ڳوٺ جتي آپريشن دوران گوريلن جو تمام گهڻو آهي، انهي ڳوٺ کي زونن ۾ ورهائڻ گهرجي، هر زون جي جوابداري هڪ اڳواڻ ڪندو. جڏهن دشمن اندر داخل ٿئي ٿو ته دونهون استعمال ڪيو وڃي، جيئن هو اڳتي نه وڌي سگهي.
هٿياربند انقلابي جدوجهد ۾ ملڪ جو اثاثو جيئن پلون، فصل، عمارتون، هوائي، اڏا، تيليگراف ۽ تيليفون وغيره تباهه ڪيون ويندڀون آهن، ڇو ته اهي دشمن جي فوجي ڪاميابيءَ لاءِ ضروري هونديون آهن. بينڪيت ۽ جديد بينڪيت کي شڪست ڏئي، آزادي ماڻڻ کانپوءِ عوام جي حب الوطني جي جذبي کي سگهارو بنائي جدوجهد دوران، جيڪا تباهي ٿي آهي. ان جي جاءِ تي وري تعمير ڪئي وڃي.

## گوريلن ۽ شهرين وچ ۾ تعلق:
RELATION BETWEEN REVOLUTION AND CIVILIAN

جنهن ڳوٺ ۾ گوريلو رهي ٿو ۽ جنهن ڳوناٺي جي ماني وغيره کائي ٿو، ان لاءِ احسان مندي ڏيکاري گوريلو ان مدد ڪندڙ کي سمجهائي ٿو ته هي مدد جيڪا تون ڪري رهيو آهين، سا انقلابي جدوجهد کي مدد ڪري رهيو آهين. جيڪا ماڻهن کي بينڪيت ۽ جديد بينڪيت مان آزاد ڪرائي رهي آهي.

جتي ممڪن هجي گوريلي کي گهرجي ته ٻني ٻاري ۽ ٻئي اهڙي ضروري ڪم ۾ ڳوناٺن جي مدد ڪري، هر وقت گوريلي کي انقلابي مقصد لاءِ احترام ۽ پاڻ وقف ڪرڻ گهرجي.

## سياسي ڪم: POLITICAL WORK

گوريلا قوتن جو عوام سان سڌو رابطو نه هجڻ ڪري پاسيرا هوندا آهن. پروپيگنڊا ڪندڙ ماڻهو، عوام کي انقلابي تحريڪ بابت سمجهائڻ ۽ گوريلن جي فتحن بابت پڻ ماڻهن کي اطلاع ڏيندا رهن. پروپيگنڊا جيترو اثرائتي هوندي، اوترو تيزيءَ سان عوام ۾ شعور ايندو اهڙي طريقي سان انقلابي عمل کي عوامي طاقت ملندي آهي.

گوريلا جنهن علائقي ۾ آپريشن ڪري رهيا آهن، ان بابت هي هيٺيان اطلاع فراهم ڪرڻ گهرجن.

(i) جنهن علائقي ۾ هو آپريشن ڪري رهيا آهن، ان جي سياسي نوعيت (سياسي پارٽيون، سندن مقصدءِ قيادت کي دوکي ٽيڻ جا امڪان)

(ii) عوام جو معاشي حالتن ڏانهن رد عمل

(iii) ماڻهن جو دشمن سان رويو

(iv) شهري ۽ ڳوناٺي پورهيت جي سوچ

(v) انقلابي عمل ڏانهن عوام جو رويو

(vi) شهر ۽ ڳوٺ ۾ سياسي چرپر جا مرڪز

(vii) ٽريڊ يونين ۽ ٻين اهڙين تنظيمن جي بناوت ۽ قوت

## شهري تنظيمون: CIVILIAN ORGINISATIONS

شهري تنظيمون آزاديءَ جي تحريڪ ۾ هڪ مکيه ڪم ڪن ٿيون. انهن جا فرض تمام گهڻا آهن، اهي چندا گڏ ڪرڻ، مدد موڪلڻ ۽

پروپيگنڊا پکيڙڻ جو ڪم ڪري سگهن ٿيون. دشمن جي علائقي ۾ اهو ضروري هوندو آهي تہ انتظامي اختياريون قائم ڪرڻ گهرجن. جيڪي قانون قاعدا، ان علائقي جي انتظاميا لاءِ ناهين. سياسي، معاشي ۽ سماجيات جي تنظيمي ٽيڪنڪ جو بنياد سائنسي سوشلزم تي هجي. جنهن جي تعمير سڄي ڪنڊ ۾ ڪرڻي آهي، اهي عوامي ادارا آزاديءَ جي تحريڪ جا مکيہ جزا آهن انهن کي اهڙي نموني منظم ڪيو وڃي، جيئن اهي مرڪز جو ڪم ڪن. جنهن جي ذريعي عوامي انقلابي رياستون ۽ آل آفريڪن يونين گورنمينٽ واري ڪوشش اڳي وڌندي رهي.

### (ت) تباهي لاءِ مواد: MATERIAL FOR DESTRUCTION

تباهي ڪندڙ مواد جيئن (T.N.T) پلاسٽڪ بم ڊائناماٽيڊ جو استعمال ۽ ناهڻ سيکارڻ گهرجي. نون پرتي ٽيلن کي بنيادي ڪئمپن ۽ ورڪشاپ ۾ جيڪي مختلف هٿيار گوريلا يونٽ ۽ سبوتاز ڪندڙ دشمن جي ماتحت واري علائقي ۾ استعمال ڪري رهيا آهن. انهن جو جوڙڻ ۽ هلائڻ سيکاريو ويندو آهي.

مڪمل تربيت يافتہ گوريلو نظرياتي ۽ جسماني طور هٿياربند جدوجهد لاءِ تيار هوندو آهي ۽ گوريلا جنگ جا گر پڻ هن تي دارومدار رکن ٿا. عوام جي مدد ۽ انقلابي پارٽي جي رهبريءَ هجڻ ڪري گوريلي کي ڪڏهن بہ فتح ڪري نٿو سگهجي.

آفريڪا جا انسانو
اٿو! سامراج جديد بينڪيت ۽ آبادڪار جي
حڪمرانيءَ کي شڪست ڏيو.
انقلابي جدوجهد ۾ متحد ٿيو.
فتح ڏانهن وڌو ۽
اسان ئي فاتح ٿينداسين.

مجموعي طور تي زندگيءَ جي مختلف ميدانن ۾ انسان ذات جي ٿيل ۽ ٿيندڙ تاريخي تجربن جو ورثو، آخري نتيجي ۾ پوري انسان ذات جو گڏيل ورثو ئي آهي. علم ادب، سياست، سائنس ۽ ٽيڪنالاجي جي ميدان ۾ ٿيل انسان تجربن جي حاصلات کي هاڻي مخصوص سرحدن اندر بند رکي نٿو سگهجي.

دنيا جي هن تيز رفتار ترقيءَ ۾، دنيا اڳ جي ڀيٽ ۾ هزارين ڀيرا وڌيڪ ويجهي ٿي ويئي آهي ۽ ڏينهون ڏينهن اهو عمل اڃا به تيز ٿيندو پيو وڃي. اهڙيءَ ريت، جيئن هڪ ملڪ ۾ ٿيل سائنسي تجربي جو اثر ڪيئن به ڪري ٻئي ملڪ تائين پهچي وڃي ٿو. تيئن ئي مظلوم قومن، مظلوم طبقن ۽ انسانن جي سامراج دشمن جدوجهد جي تاريخي آواز ۽ عمل جو اثر به ڪيئي هزارين رڪاوٽون، مشڪلاتون ۽ سرحدون پار ڪري سڄي دنيا جي مظلومن تائين پهچي رهيو آهي. سڄي دنيا جا مظلوم انسان هڪ ٻئي جي تاريخي جدوجهد جي تجربن ۽ نتيجن جي روشنيءَ ۾ پنهنجي پنهنجي تقدير کي، پنهنجي پنهنجي ملڪ ۽ خطي ۾ پنهنجن مخصوص تاريخي حالتن ۽ تاريخ جي آزمايل ۽ مڃيل تدبير (انقلابي سائنسي نظريي) سان تخليقي انداز ۾ بدلائڻ جي جدوجهد ۾ اڳتي وڌي رهيا آهن.

**__ آصف بالادي**

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، جُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگھجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌائڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪارِي تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ ٽالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَس پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽِڪاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)